# رڳون

# ٿيون

# رباب

•

تنوير عباسي

•



**With the Poet**

● RAGOON THINYOON RABAB
(Poetry)

- *Poet: Tanveer Abassy*
- *Edition: First, 1958 Second 1979*
- *Copies: 1,000*
- *Cover Design: Ali Akbar*
- *Printers:*
- *Publishers:*



Aagam Publishing Agency,
G. P. O Box No: 238, Hyderabad

*Designing: Fatah*



● رڱون ٿيون رباب (شاعري)

- شاعر: تنوير عباسي
- ڇاپو: پهريون ۱۹۵۸ع ٻيو ۱۹۷۹ع
- ڪاپيون: هڪ هزار
ٽائيٽل ڊزائين: علي اڪبر
- ڇپيندڙ: سنڌ آفسٽ پرنٽرس، ڪراچي فون :- 217454
- ڇپائيندڙ:

آگم پبلشنگ ايجنسي

پوسٽ باڪس نمبر، ۲۳۸، حيدرآباد.

قيمت:- ڏهه رپيا

# هڪ تعارف

ادبي اتهاس تي نظر ڦيلائي ڏسنداسين ته هر يُگ ۾ ڪي اهڙا ڪلاڪار (شاعر، اديب ۽ چترڪار) نظر ايندا جيڪي پنهنجي دور جي ڪلا کي نئون شعور نئون موڙ، نئين سوچ ۽ نئون رنگ ڏيڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندا ۽ وقت جي حالتن سان مقابلو ڪندا نظر ايندا. اڳتي هلي جڏهن هن يگ جو اتهاس جڙندو، تڏهن تنوير عباسي جو نالو به انهن امر نالن مان هڪ ڳڻيو ويندو.

تنوير جو جديد سنڌي شاعري جي سونهن سنوارڻ ۾ تمام وڏو حصو آهي. سنڌي شاعري جو هي پهريون مجموعو "رڳون ٿيون رباب" سنڌي شاعري جو هڪ اهڙو دستاويز آهي جيڪو جتي جديد سنڌي شاعري جي ڪيتري ۾ سنڌي ڇڻي سڃاڻپ جو سبب بڻيو آهي اتي سنڌي ۾ انفراديت جو احساس پڻ آهي.

اڄ تنوير جيتوڻيڪ گهڻو تمام گهڻو اڳيان وڌي آيو آهي- پر تڏهن به سنڌي هي ماضي واري رچنا (جيڪا منهنجي اڳيان آهي) سنڌي حال وانگي ڏاڍي خوبصورت، پرپور، جاندار ۽ ساهه سان ساڻيل جهڙي آهي.

هن مجموعي ۾ تنوير جي ذات جو اظهار مختلف صنفن، گيت، غزل ۽ نظم ۾ پرچيل آهي.

تنوير هڪ آدرشي شاعر آهي ۽ هڪ آدرشي شاعر پنهنجي وقت ۽ وقت جي ڏکدائڪ حالتن کان ڪڏهن به

منهن موڙي نہ سگهندو آهي، اهوئي سبب آهي جو تنوير جي هن مجموعي واري شاعري جنهن وقت جي حالتن ۾ سرجي ويئي آهي، ان جا پاڇا ۽ اولڙا هن شاعري ۾ ڏسي پسي سگهجن ٿا.

ڪلاسيڪل ڪهاڻين جي آڌار تي اڪيل تنوير جي نظمن کي ساهتڪ وچنائون چئي سگهجي ٿو. نظمن سان گڏ ڪجهہ غزلن ۾ بہ تنوير انهيءَ سمي وارين دکدائڪ حالتن کي پنهنجو موضوع بنايو آهي. جديد سنڌي شاعري ۾ سندس غزل پنهن جي رنگ ڍنگ ۽ مزاج جي لحاظ کان الڳ سڃاڻپ رکي ٿو. سندس غزل ۾ خيال جي تازگي، پرڪشش نغمگي، داخلي غنائيت ۽ پاتال جهڙي گهرائي، موجود آهي.

تنوير مونالزا جي امر مرڪ جهڙا مڌر گيت بہ اڪيا آهن. هن مجموعي جي گيتن ۾ سندس اظهار وڻندڙ، انوکو ۽ دل ۾ لهي ويندڙ آهي. تنوير جو گيت جديد سنڌي شاعري جي مٿي جي جهومر آهي. تنوير امن، نيچر ۽ محبتن جو شاعر آهي.

تنوير کي پڙهندي سچ تہ من ۾ ڪنهن نئين مائيل نينگريءَ جي نرم ڪومل ڳل کي ڇهڻ جهڙو مٺڙو احساس اپري ٿو ۽ ذهن جي دشائن ۾ سُر رِديمي تال ۾ ٻرندا خوشبوءِ وانگي ڦهلجندا پاسندا آهن.

نصير مرزا

ايسپ جي آکاڻين ۾ هڪ جوان جماڻ، ملوڪ مهانڊن واريءَ ڇوڪريءَ جو ذڪر آهي، جيڪا شهر کان پري، رڻ پٽ ۾ اڪيلي اڪيلي، اڪيون هيٺ ڪري ويٺي هئي. نڪو هوس اوهي، نه واهي. اوچتو ڪو سپاجهو جوان اتي اچي نڪتو، جنهن سندس دل ورتي ۽ پڇيائينس ته "تون ڪير آهين؟" هن وراڻيو ته "منهنجو نالو سچ آهي —" جوان وري پڇيس ته "هتي اڪيلي، اڪيون هيٺ ڪري ڇو ويٺي آهين، شهر ۾ ڇو نه ٿي هلين؟" تنهن تي هن وراڻيو ته "جڏهن مان شهر ۾ رهندي هيس تڏهن ڪوڙ رڳو ٿورن ماڻهن وٽ هوندو هئو. جڏهن سڀني ماڻهن مونکي ڌڪاري ڇڏيو ۽ ڪوڙ کي پاڻ وٽ رهايو تڏهن مان شهر ڇڏي هلي آيس."

ايسپ کي گذرئي ڪئي صديون ٿيون. انهي زماني ۾ به سچ کي ڌڪاري ڪڍيو ويو هئو ۽ اج به سچ کي ڌڪاريو ٿو وڃي. اج تائين اها جوان جماڻ ڇوڪري، شهر ڇڏي، رڻ ۾، اڪيلي اڪيلي، اکيون هيٺ ڪري ويٺي آهي!

سچ ڪڏهن مارئي تي ڪوٽ ۾ ڳوڙها ٿو ڳاڙي، ته ڪڏهن سسئي تي ڏونگر ٿو ڏاري. هر دور ۾، "سچ" ۽ "ڪوڙ"، ٻه مختلف طاقتون، هڪ ٻئي سان پئي ٽڪريون آهن ۽ هر وقت جي شاعر سچ کي سهارو پئي ڏنو آهي. انهي آس تي، ته من اها ايسپ واري رٺل ڇوڪري پرچي، ماڻهن جي بستيءَ ۾ موٽي اچي.

* * *

هن جڳ ۾ انسان متعلق هڪ تعبير هيءُ به آهي ته جڻ ڪيس بيهوش ڪري ڪنهن ڪاڪ محل ۾ پهچايو ويو هجي، ۽ هوش ۾ اچڻ سان سندس دل تان سمورون گذريل يادگيريون ميٽجي ويون هجن ۽ هو وائڙو ٿي، هيڏي هوڏي واجهائي، هن ڪائنات جي ماڻداڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. واقعن، تجربن ۽ مشاهدن جڏهن انسان جي ذهن تي ڪي اڻ ميٽجندڙ عڪس وڌا، تڏهن

هن چاهيو تہ اهي عڪس هو پين جي ذهنن ۾ پلٽائي ۽ ائين شاعري وجود ۾ آئي —

پنهنجي ٿوريءَ عمر آهر، مون بہ جيڪي ڪجهہ ڏٺو وائٺو آهي، جيڪي واقعا منهنجي اکين آڏو گذريا آهن، جيڪي ڪجهہ بہ منهنجي احساس کي اٿاري ۽ جذبن کي جاڳائي سگهيو آهي، جنهن بہ نظاري اکين کي آرام ڏنو اٿم ان کي ڪوشش ڪري، اهڙيءَ ريت لکيو اٿم، جيئن پين جي دل ۾ بہ اهڙائي احساس اڀرن ۽ اهڙائي جذبا جاڳن، جيڪي منهنجي دل ۾ جاڳيا- جي پنهنجي ڏڪندڙ ڏيئي جي وسامڻ کان اڳ ۾، ان جي لاٽ مان ڪي ٿورائي ڏيئا ٻاري سگهيس، تہ منهنجو جيئڻ سجايو ٿيو—

* * *

منهنجي شعر، خاص ڪري منهنجي تازن غزلن، گيتن ۽ نظمن ۾ ٻولي ۽ موضوع ڪجهہ اوپرا پيا ڀانئبا- اهي موضوع، شعر لاءِ تہ اوپرا آهن پر سنڌ جي ماڻهن جا ڏٺل وائٺل ۽ ڀڙل آهن- ان لاءِ ايترو ضرور چوندس تہ مان پنهنجي شعر ۾ ڪوشش ڪري پنهنجي ذاتي جذبن ۽ احساسن جي اپٽار ڪندو آهيان- ايراني اثر واريءَ شاعريءَ کان مون کي هي نمونو وڌيڪ سهڻو لڳو، ڇو تہ ان طرح مان پنهنجا خيال چڱيءَ طرح ظاهر ڪري ٿو سگهان ۽ منهنجا هم وطن انهن کي پوريءَ ريت پروڙي ٿا سگهن-

سنڌيءَ کي پنهنجو لهجو ۽ پنهنجي مخصوص لئہ آهي- فارسيءَ جو لهجو ۽ موسيقيت، سنڌي شعر ۾ اجنبي پيا لڳن، انڪري نون لکيل غزلن ۾ سنڌي لهجي ۽ موسيقيت کي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ ان سان گڏ، موضوع پڻ سنڌي ماحول مان چونڊيا اٿم-

بهر حال چونڊ جو سچو ٻار ”رٻانيءَ“ تي آهي، جنهن جي راءِ منهنجي لاءِ ڳري قيمت واري آهي-

تنوير —



منهنجي من تي اٿيهين جي اوندهه آهي ڇانئي
آئي رات سهائي

اکڙيون الجهيون اوجاڳن سان منڙا تنهنجي وٺي پڄاڻان
چنڊ به ساڳيو رات به ساڳي پر ڇا ٿي ويو آهي نه ڄاڻان
سا چانڊوڪي ڇهنڊيون پائي جنهن ٿي ڪئي ڪتڪائي
آئي رات سهائي

مون ڪانسواءِ جيئڻ ڪونه سڄائي توکي اڄ ائين پاڻ لڪائي
منهنجا چنڊ هليو آ ڪڪرن واري ڪاري چادر پائي
ڏچندي ڏچندي مون دنيا ڪان رات اها چورائي
آئي رات سهائي

نيڻ سُتا جي خواب ٿي جاڳيا خواب سُتا جاڳي پيا نيڻ
ساري رات سنڀاريم توکي پر تنهنجو من ڪين ٿيو ميڻ
ڪرٽا ڪر موڙي جاڳيا مونکي اوسامي آئي
آئي رات سهائي



○

من جا ڦوڪ ڦلھاريا
اڄ مَن جا ڦوڪ ڦلھاريا

سُرڪَ جي ھئي سالن کان سڪايل
ڏرتي منھنجي من جان اڃايل
مينھن وري اڄ پيالا پياريا

اڄ سارو جڳ دل کي وڻي ٿو
من چيلن جان چال ھڻي ٿو
دل دکڙن جا ڏينھن وساريا

مارن وانگر رلندي رلندي
روح ٿڪي پيو ھلندي ھلندي
ماڳ رسيا منزل جا ماريا

○

مرڪ گهڙيءَ پل لاءِ، مڪڙي! مرڪ گهڙي پل لاءِ
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ
مڪڙي مرڪ گهڙيءَ پل لاءِ



منڙي سنڙي هير لڳي ٿي
تنهنجي منهن تي ٽپڪي هٽي ٿي
تنهنجي ڪن ۾ ڪجھ پڙڪي ٿي
نينهن جا نياپا توکي ڏئي ٿي
هير جي منجي جهولي تيڻ ڪان اڳ ڪا راند رچاءِ
مڪڙي مرڪ گهڙيءَ پل لاءِ
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ

پيار جا سُرَ ڪي جهونگاريندو
پونئر هوا تي ترندو ايندو
توتي هر هر ڦيرا ڏيندو
توتان پنهنجو سر گهوريندو
هن جي دکي تي موٽڻ ڪان اڳ هن سان نينهن نياءِ
مڪڙي مرڪ گهڙي پل لاءِ

جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ
هرڪنهن سوچ ڪان تيءَ پري تون
ماڪ جا پيالا پيءَ پري تون
فڪر نہ مرجهائڻ جو ڪري تون
هوريان هوريان، هري هري تون
موت جي ماريءَ تي مرڪي ڪي پيار جا نغما ڳاءِ
مڪڙي مرڪ گهڙي پل لاءِ
جوڀن جون هي چار گهڙيون تون روئي ڪين وڃاءِ
مڪڙي مرڪ گهڙيءَ پل لاءِ

توڙي ڪوبہ سهارو ناهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي

ڪوئي ڪنهنجي پيار سهاري ڏينهن ڏکن ۾ ويئو گهاري
وهم سان پنهنجي دل وندرائي هيڏي هوڏي تو واجهائي
ڏي ڏئي ڏکڙن کي پرچائي
وات ۾ نيڻ وڇائي تو ۽ ڪوبہ اچڻ وارو ناهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي.



ڪنهنجي جڳ ۾ سانجهي سهڙي اوندهہ چانئي اوندهہ جهڙي
سجهندو ڪين سجهيو تي ڪوئي پنهنجي حال تي روئي روئي
اميدن سان ڪارنهن ڌوئي
پره ڦٽيءَ جي آس لڳائي اوندهہ دل تان لاهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي.

ڪل ڪهڙي تہ ڪٿان ڪو آيو هرڪو هلي تو پير وڌايو
نڪتو ڪڏهين ڪو چا ڄاڻي ڪاڏي هلي تو پاڻ پلاڻي
ويندو ڪهڙي ڌاڪ ۽ ڌاڻي
ماڳ نہ آ معلوم تڏهن پڻ هلندو هلي تو ڪاهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي.

اميدن سان جان جڙيندي هڪڙي پارس کي ڳولهيندي
پهڻن سان ٿي پاند پڙي تو جن جي هارڪان جيءُ جهري تو
دامن سيڪو تار ڪري تو
سيڪو سڪن لاءِ سور سهي تو سر جو سانگو لاهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي.

تلخيءَ کي تسڪين ڏيڻ لاءِ ماکيءَ جي ميناج چکڻ لاءِ
هرڪو مکين جا ڏنگ سهي تو هٿ تان هيٺ نہ ڪوئي لهي تو
سور سهڻ کان ڪين رهي تو
ڪو ڄا ڄاڻي مانارِي ۾ ڦر آهي يا ناهي
هرڪو جيءُ جئڻ تو چاهي.

○

## پنهنجو پاڻ پتوڙ او قيدي

پنهنجو پاڻ پتوڙ

همت آڏو پهڻ مکڻ جيان رجندو رهندو آهي
همت جو سج چڙهندو رهندو آهي لهندو ناهي
وقت جون واڳون تنهنجي هٿ ۾ جيئن بہ وڻئي تيئن موڙ
جيئن بہ وڻئي تيئن موڙ او قيدي
پنهنجو پاڻ پتوڙ

ڇڪي تي تون هرکي پنهنجو پاڻ نہ ٿيءُ اسير
روپا آهن يا سونا تہ بہ آهن هي زنجير
هار گلن جا توکي قيدي ڪن تن کي بہ مروڙ
ها تن کي بہ مروڙ او قيدي
پنهنجو پاڻ پتوڙ

ڪنهن کي ڪوئي بنائي باندي ڪنهنجي ڇا هي مجال
سيڪو چار اٿي تو پنهنجي لاءِ ٺٺي جنجال
تو پي پنهنجي لاءِ بنائي آهي هي پنجوڙ
ها ها هيءُ پنجوڙ او قيدي
پنهنجو پاڻ پتوڙ

او قيدي هيءُ آزادي پي پنندي ڪين ملي ٿي
رت ۽ ماس جي قربانيءَ ريءَ راضي ڪين ٿئي ٿي
زور لڳائي خون وهائي زنجيرن کي توڙ
زنجيرن کي توڙ، او قيدي
پنهنجو پاڻ پتوڙ



پيار مان چوندين مونکي تون
مان پيار مان چوندوسانء
منڙا گهر ته گهرانء

راه ۾ ويندي ويندي توسان
کنهن البيلي وڻ جي هيٺان
اڄ ٽيون چار نگاهون آهن
دل مان دل کي راهون آهن
تون جي دل ڏيندين مونکي
پو مان پي ڏيندوسانء
منڙا گهر ته گهرانء

تنهنجي نظرن ڇا سمجهايو
سمجهه ۾ مونکي ڪجهه به نه آيو
دل ۾ هڪڙو ارمان پڙڪيو
منهنجو هنيون ڪجهه زورسان ڌڙڪيو
هاڻي مونکي سمجهائڻ لئه
ڪجهه ترس الهه جي نانء
منڙا گهر ته گهرانء

ڪنهنکي خبر هئي هيئن ملنداسين
گڏجي ۽ خوش ٿي کلنداسين
الفت جي هن دوراهي تي
اوچتو ڪيئن ٿئي پاڻ ملياسي
هاڻي پير پري مون سان
تـــون ڪجهه اڳتي هلجانءِ
منڙا گهر ته گهرانءِ

ڪاهڪشان جا رستا گذري
هلجي هن دنيا مان نڪري
هل ته وسايون تارن جو جڳ
جنهن ۾ ناهي ويو ڪوئي اڳ
پيار جي متوالن کي هوا
هڻ جڳ جي نه پوندي ڀانءِ
منڙا گهر ته گهرانءِ



ڪنهن جا ڏينهن ڪٽن ٿا ڪڏهين ڪوئي ڪين تو چاٽي
توکي الهه شل آٽي او شال جواني ماٽي

تو بن ڪئي برساتيون ڪاتيم نيڻن مان جل هاري
تنهنجي واٽ نهاري
نيڻ سڪي ويا آس نہ لاٿي منهنجي نينهن نماٽي
توکي الهه شل آٽي او شال جواني ماٽي

ديرِ ڪيئہ جي پو ٿي ويندا جوئر جا لا بارا
ٿيندا پڌر سڀ پارا
اهڙي ۾ جي آئين پو ڪٿ ملبو رات جي ٿاٽي
توکي الهہ شل آٽي او شال جواني ماٽي

اکڙيون پائي هردم ويٺي تنهنجي واٽ نهاريان
او ساجن توکي ساريان
دل کي آٿت ڏيان ٿي پريتم ايندو اج نہ سڀاڻي
او توکي الهہ شل آٽي او شال جواني ماٽي

○

پيار جو سمنڊ اجهاڳ پيارا پيار جو سمنڊ اجهاڳ

لهر ڪناري سان ٽڪرائي

مٺڙا مٺڙا ساز وڄائي

جهومي ناچ ڪري لهرائي

تون ٻي ڇيڙ ڪو راڳ پيارا پيار جو سمنڊ اجهاڳ

لڏندڙ لهرون ڇلندڙ ڇوليون

آءُ هنن مان ماڻڪ ڳوليون

اڄ ته پريون موتين سان جهوليون

ڪٿن اسانجا ڀاڳ پيارا پيار جو سمنڊ اجهاڳ

جن جن لهرن سان لنو لاتي

تن ئي ماڻي آهي حياتي

جن موجن مان جهاتي پاتي

آهي تن جو ڀاڳ پيارا پيار جو سمنڊ اجهاڳ

○

ننڊ ڪان ڏ رڪن نيڻ اکين تي اوجاڳن جو بار
اکين تي اوجاڳن جو بار

منهنجي اکڙين جي اوجاڳي
اونداهين جا دريا جهاڳي
توسان ملڻ جي لئہ او منڙا پهچڻ چاهيو پار
اکين تي اوجاڳن جو بار

خواب جي دنيا ڏون ٻہ نہ ماڻي
ننڊ اڏاڻي ننڊ اڏاڻي
توکي ڳولڻ خاطر نڪتي جڏهن ستو سنسار
اکين تي اوجاڳن جو بار

روز وهي اکين مان پاڻي
رات نئين ۽ ڳالهہ پراڻي
ياد يون نئين سر ايندي ائون تيون ڪن هي پيار
اکين تي اوجاڳن جو بار

جوت جلي وئي ويل ٽري وئي
رات هلي وئي ٻاڪ ڦٽي وئي
ڪرڻن جي ڦوهاري سان آ ڏوتو منهن گلزار
اکين تي اوجاڳن جو بار

صبح سمي جو لال افق ٿيو
ڳاڙهو رنگ ٿيو اکڙين جو
صبح جي بدران ليڪن مونکي تنهنجي رهي ٿي سار
اکين تي اوجاڳن جو بار

ڏينهن لڙئي پاڇن جان وڌندي    اوندھ جو ٿيو دل تي گهيرو
سانجهيءَ آئي پکيئڙن وانگر    من ۾ مونجهه ڪيو واهيرو
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو

اجرو نيرو اڀ او منڙا    اوندھ ۾ ڳدلو ٿيندو ويو
منهنجي من تي تارن وانگر    هڪجي پٺيان ٻيو غم ايندو ويو
پر منهنجو من ڪين ٿيو ميرو
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو

اونداهين ڪارين راتين جان    ڇايا آهن ڏکڙا من ۾
چمڪو ڏئي ۽ گم ٿي وئي آ    ٽانڊاڻي جان آس انهن ۾
موت ته ٿئي ڪو صبح سويرو
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو

پوئين پهر ۾ باک جو ڦٽندي    سونهري ڪرڻا ڪر ڪڍندا
هير ٻه پڄندي نيڻ ٻه پڄندا    اوجنهن ويل ڪڪڙ دس هڻندا
پيچ ٻنيءَ جو ڪج ڪو پيرو
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو

نور جا ڪرڻا نانگن وانگر    منهنجي ساهه ۾ سرندا رهندا
توکانسواءِ ڪرڻا ڪنڊن جان    منهنجي هانوَ ۾ هرندا رهندا
دل ۾ ڏکڙن جو ٿيو ڏيرو
تنهنجو اکڙين ۾ آ ڪيرو



تون نہ رئين او مٺڙا پرچڻ رسي ويون سي راتيون

جن جي ڪارڻ تنهنجي اکين ۾ سرمو ٿـي پئي سونهين
جـن ۾ تـارن جي چمڪن ٿي دل ۾ دکائـي دونهين
جن ۾ توکي مونـکي اوندهہ وڏي ڳراٽيون پاتيون
تون نہ رئين او سهڻا پر چڻ رسي ويون سي راتيون

تنهنجي منهنجي سانت ڪيون ٿي جن ۾ روح رهاڻيون
جيڪي ويني ويني هڪ ٻئي کي ڏسندي ئي وهاڻيون
منهنجي ماٺ ڪيون ٿي جن ۾ منهنجي اندر جون باتيون
تون نہ رئين او سهڻا پر چڻ رسي ويون سي راتيون

ڏينهن هنيا ٿي ڏنگ اسانکي رات خوشي ٿي آندي
چـار پهر هـو وقت اسانجي وس ۾ چڻ هڪ بـاندي
شام خوشي هئي پنهنجي لئہ ڇد رد هيون پرڀاتيون
تون نہ رئين او سهڻا پر چڻ رسي ويون سي راتيون

اڄ ٻي پرچي وڃ او پيارا وڇڙيل وقت ورايون
اڄ بہ اسانجي لاءِ رهن ٿيون اهڙيون راتيون آتيون
تون نہ رئين او سهڻا پر چڻ رسي ويون سي راتيون



پوپٽ مکڙيءَ کي ڳالھ لائي   تنھنجا منھنجا سور سڻائي

تنھنجو ۽ منھنجو افسانو
ورجائي تو سارو زمانو
سونھن اوھانجي پيار اسانجو
سارو جڳ تو ڳائي
پڙھي پونئر گلن کي تنھنجي منھنجي ڳالھ ٻڌائي

چڻنگ ٻري جا چاھ جي دل ۾
باھ لڳائي تنھن محفل ۾
تنھن ۾ منھنجي پورن مان ھي
جڳ تو سور پرائي
ساري جڳ جي دل ۾ ڇڏي سين باھ برھ جي لائي

ھرڪنھن جي اک آھي آلي
ھرڪو پيئي پورن جي پيالي
تو تي مان سر ڏيان
پروانو شمع تي پاڻ پچائي
پنھنجي پنھنجي پياري خاطر ھرڪو سر سھسائي



تنهنجا پور پڇايان سهڻا توکي پل پل ساريان

ساهه کي منهنجي سيءُ لڳي ٿو تنهنجي جدائي ماري
ڏک جي ڏکڻيءَ کي روڪيان ٿو محبت جو مچ ٻاري
سياري جون هي لمبيون راتيون ڪيئن اڪيلي گهاريان

تنهنجا پور پڇايان سهڻا توکي پل پل ساريان

سڪ جو نازڪ سلڙو اڀريو منهنجي من ۾
موت مسافر ڇاڻ سڙيو هي پورن جي ٻارن ۾
نظرن کي واٽن ۾ ڇمائي تنهنجي لاءِ نهاريان

تنهنجا پور پڇايان سهڻا توکي پل پل ساريان

هڪ ٻاسي ٿو واءُ اتر جو جيءُ ۾ سيءُ اتاري
منهنجي آهه ٻئي پاسي ٿي باهه برهه جي ٻاري
آڳ اندر جي ٺاري ٻاريان ٻاري هر هر ٺاريان

تنهنجا پور پڇايان سهڻا توکي پل پل ساريان

جوت جهڪيءَ سان سانت ستارا ائين ٿا من کي ٻامن
چڻ اڀ جي دامن تي ڳوڙها سيءَ جا ڄمي پيا آهن
تارا مون ڏي نهارن ٿا ءِ سان تارن ڏي نهاريان

تنهنجا پور پڇايان سهڻا توکي پل پل ساريان



## آ گيت پريت جا ڳايون



نغمن ۾ هستيءَ کي وڃائي هوا تي اڄ لهرايون
جهرڻن سان کي سُرَ چورائي منڙا ساز وڄايون
پاڻ سان گڏ هن جڳ کي پيي گيتن جي لئه ۾ وڄايون
آ گيت پريت جا ڳايون

آ چنڊ سان راند رچايون
لهرون تي ۽ هنج ۾ پنهنجي چانڊوڪيءَ کي لوڏيون
بادل تيون ۽ آپ ۾ چنڊ جي منهن کي لڪايون کوليون
اڄ ته چڪور جيان من کي پنهنجي هاڻي چنڊ ڏي اڏايون
آ چنڊ سان راند رچايون

آ گلڙن سان لنو لايون
هير تي ۽ پرڀات جو پنهنجيون جهوليون پريون خوشبوءَ سان
ماڪ تي ۽ کي رنگ چورايون مکڙين جي ته گلن تان
پونئر تي گل گل جي چوڌاري ڦيرا هر هر پايون
آ گلڙن سان لنو لايون



○

آءٌ تہ پنهنجي سُر کي مٿايون
هن جڳ کي بدلايون
راڳ پراڻا آلا پيندي
پنهنجي دل ۾ پرجي ويئي
ساڳي سُر تي ڪن لائيندي
خلق خدا جي ٿڪجي پيئي
ساز نوان ڪي آڻيون پيارا
راڳ نوان ڪي ڳايون
ساز ۾ سوز سمايون

چارڻ چوري چنگ ٽڪي پيا
پر نہ مليو ڪو سر جو دان
گيت مري ويا ساز ڀڄي پيا
چپ ٿي ويو هي سارو جهان
ٿئي جي سر جي آجي ضرورت
پنهنجي سر ڪي وڏايون
سر جو سانگو لاهيون

لڙڪ وسائي وسائي ٿڪاسين
پر نہ وسائي دل جي آڳ
سارنگ ڳائي ڳائي ٿڪاسين
هاڻي ڳاءِ نئون ڪو راڳ
سر ۾ سمائي آڳ اندر جي
آءٌ تہ ديپڪ ڳايون
آءٌ تہ باهہ ڏکايون



ڪونہ ﭴڏائي واٽ اسين اٺ سونهان سونهون

هوريان ڏاڍيان رڙهندي رڙهندي
ڪرندي ٿڙندي ۽ ٿاﭴڙندي
ڳولي لهبي واٽ اسين اٺ سونهان سونهون

اوندهہ ۾ ڪيئن گهاريندا سين
نيٺ ته گڏجي ﭴاريندا سين
واچوڙن ۾ لاٽ اسين اٺ سونهان سونهون

ڪنوٽيون اڪ نہ ملائي سگهنديون
پنهنجو سر نہ جهڪائي سگهنديون
رکبو اوچو ڳاٽ اسين اٺ سونهان سونهون

منهن نہ ورائي پويان ڏسبو
منزل تي پهچي دم پٽبو
لاهبي دل جي اساٽ اسين اٺ سونهان سونهون



صبح نہ آهي دور ساٿي
صبح نہ آهي دور

لمبي رات وهامي ويندي
دک جي آگ اجهامي ويندي
آس نہ لاٿي جي تو ساٿي
اوندھ مان ئي باکون ڦٽنديون
کاريون راتيون نيٺ تہ کٽنديون
چو ٿو وچين وهلور ساٿي
صبح نہ آهي دور

کارن پردن مان پرڀاتيون
اوپر کان ٿيون پائن جهاتيون
صبح ٿئي تو نور وسي ٿو
رات ٿئي پنهنجو دم ڀوساٽي
اونداهين جو هاڻ ٿو ڦاٽي
چاڙ لٿا هي سور ساٿي
صبح نہ آهي دور

ڏس تہ شفق مان صبح سپاڳو
ڪر موڙي آ ننڊ مان جاڳيو
نور جو پھريون پھريون ڪرڻو
اونداھين جو سينو چيري
وڌندو اچي ٿو ڏيري ڏيري
چاڻ وسي ٿو نور ساٿي
صبح نہ آھي دور

ھل تہ رفيقن کي جاڳايون
صبح سان گڏجي جوت جلايون
منھنجا ساٿي منھنجا سنگتي
آءُ تہ ڳايون گيت سحر جا
اچ تہ ڪريون دنيا ۾ اجالا
چو ٿو پچائين پور ساٿي
صبح نہ آھي دور



# پيچل ڏاهن

آڻ وري ساڻ اهو چنگ ڪٽي آءُ

تَن ڪي تپائي جو اهو تند ڪي ڏي تاءُ
نغمي جا دَرياهه اڙي نغمي جا درياهه
قيد ڪنارن جا پڇي اج ته اٿل ڪاءُ
سال ٿيا سر لئه سڪيا ساهه رڪي چاهه
سانت هئا ساز پڙاڏو هو نه پڙلاءُ
چنگ لڳي جيڪا پيڙ ٿي ۽ دکي پئي
وارُ ٿئي جيڪو گهڙي دل ۾ ڪري گهاءُ
ساهه ۾ اج باهه لڳائڻ جي طلب آهه
ساز جي آواز ساں وجهه ڏيهه ۾ ڏهڪاءُ
ڇيڙ ڪٽي ساز سڄڻ ميڙ ڪٽي سِر
آهي جي هڪ مڱڻو ته دنيائي سڄي راءُ
هونئن ته ڇڙا ڇيت ۾ تا چٽڪن مگر اڄڪلهه
گيت ڪپن جيڪي گهڙي روح ۾ ڪَن گهاءُ
آءُ وري آءُ وري سر جو هٽي داءُ
آڻ وري ساڻ اهو چنگ ڪٽي آءُ



# سسئي ڏانهن



ڪنڌ موڙي پنهنجو تون دارالبقا مان هڪڙي بار
اڄ ته او سسئي خدارا پنهنجي مرقد مان نهار
اڄ ته هڪيئي جي غمن تي اڄ ڪيون آه و فغان
مون تي رو تون ۽ مان تنهنجي حال تي ٿيان نوحه خوان
تو سان پرديسي رنا مونسان رنا ديسي مگر
تنهنجي لئه ۽ منهنجي لئه پرديسي ئي ٿيا درد سر
هو پنهونءَ کي ويا کڻي هئا چپ سي ڏاگها بي زبان
پر زبان رکندي به گونگا منهنجا مير ڪاروان
درد جي اظهار لئه ورتي جنون جي تون پناه
هت جنون لئه قيد ۽ عقل و خرد هڪڙو گناه
تو پنهون ڳولهيو ڏسي ڏاگهن جي پيرن جا نشان
۽ ڪيئه پنهنجي پنهون لئه کولي دل آه و فغان
منهنجي پيرن ۾ مگر آهن ڪي زنجيرون پيل
منهنجون آهون ميز تي هي چند تحريرون رکيل
هت پنهونءَ جي راه ۾ ڪي نانگ ڪارا ٿا سڄن
خون جي رنگت سان ڳاڙها تو ڏسان جن جا دهن
تنهنجو مرقد ۾ پنهون سان ٿيو وڃي آخر نباه
مان اڃا تائين پريشان حال مظطر ۽ تباه
هاڻي ڇئه ڪنهن تي زياده هو جورگردون آه ٿيو
غم سٺو پنهنجي پنهون لئه ڪنهن زياده مون ڪ تو
اڄ اگر زنده هجي ها سو لطيف نڪته دان
تنهنجي بدران منهنجي ئي حالت تي ٿئي ها نوحه خوان
تو وٽان تنهنجي پنهل کي ويا کڻي تنهنجا ئي ڏير
سچ ٻڌائج سنڌ منهنجيءَ کي کڻي ويو آهي ڪير؟

# سهڻي ڙانهن



سهڻي اڄ پائي ليئو مهراڻ جي موجن منجهان
هن پريشان حال جو هيڪر ٻڌي وچ داستان
تو محبت لاءِ ٿي سِر تان ڪنيو هو آسرو
مون ٻه الفت لاءِ پنهنجو سِرُ سهائي آڇيو
توکي تنهنجن ٿي سمهاريو موت جي هن سيج تي
مان ٻه سمجهان ٿو ته منهنجا ٿي مٽائيندا مونکي
تو ٻه سر ساهي ڪنيو هو پاڻ سان ڪچو گهڙو
مون ٻه ڪلهه ڪن بيوفائن تي ڪيو هو آسرو
تيو گهڙو پرزا پُرزي پهتينءَ تون لهرن ۾ جڏهن
مان ٻه سمجهان ٿو ڇڏيندا ساٿ هي منهنجو ڪڏهن
توکي ڇا ميهر جي ٻانهن جو سهارو ويو ملي
ڇڏڪ طوفان ۾ توکي هڪ ڪنارو ويو ملي
منهنجو ميهر آ ڪٿي جو منهنجي سڏ ۾ سڏ ڏئي
جو ملي مونسان ٿي لهرن ۾ سهارو منهنجو ٿئي
منهنجو جيڏن ۾ ڪو آهي مونسان جو گڏجي هلي
جو ”گهڙي گهوريس“ ڇڏي ٿي پنهنجي ساهڙ سان ملي
تون ٻه سهڻي مان ٻه سهڻي عشق تان قربان ٿئي
سنڌ پنهنجي تان اچو گڏجي هي سِر گهوريون سيئي

# مارئي ڏانهن



ماروئي جنت مان اَڄ پنهنجي وطن ڏي ڪر نظر
جنهنجي لِءِ حيران رهين ٿي ڪوٽ ۾ شام و سحر

سون ٻڌو آهي وطن جي توکي هِئي ڏاڍي اڪير
قيد ۾ پِي ٿي رهين مارن جي الفت جي اسير

هڪڙي ماروءَ ٿي ڇيو تو جبر جو سر خم ڪيو
عيد ڪئي حب وطن ظلم و ستم ماتم ڪيو

ڪوٽ جي ديوار ڪان اوچي سنڌ ۾ حب وطن
حڪمراني ڪان مٿي تنهنجي اسيري ٿا چون

هاءِ صد ارمان سنڌ ۾ اهل چمن ڪي ڇا ٿيو
سنڌين جي جذبهء حب ِ وطن ڪي ڇا ٿيو

قوميت آڏو سدا دولت ۽ زر ٿيا شرمسار
هي وطن وڪڻي ٻه چاهن ٿا حصول ِ اقتدار

تنهنجي آڏو خود حڪومت جو جهڪيو ويو گردن
۽ هنن ڪرسيءَ جي لِءِ ايمان پِي وڪڻي ڇڏيو

بيڪس و لاچار هوندي پِي رهين تون باضمير
هي حڪومت هوندي پِي غيرن جا ٿيا آهن اسير

قيد ۾ هوندي ٻه توکي ياد هئي مارن جي ريت
هي وطن ۾ هوندي پِي ڳائن پيا غيرن جا گيت

تنهنجي لوئيءَ جا هي دشمن ۽ هنن جو ٿَر سان وير
هي غلام آهن عمر جا تنهنجي لِءِ آهن هي غير

اڄ هنن جي عيش جون سڀ محفلون برهم ڪيون
اڄ تہ ٻئي گڏجي اسين هن قوم جو ماتم ڪريون

# نئين مارئي



ڪلهه عمر ڪي ٽي مڃايائين روئڻ سان ليڪن
اڄ اهي لڙڪ ڦري چڻنگون ٿيڻ ٽي آهن
مارئيءَ ڪالهه ٽي سڏڪا ڀريا ڪوٽن ۾ پر
اڄ سندس آڳ ۾ هي ڪوٽ جلڻ تي آهن

ڪالهه محلن ۾ ٽي مجبور سگهي پي ليڪن
مارئيءَ روح جا زنجير ڀڳا آهن اڄ
جن به لوهن ٽي ڪيس قيد ۾ مجبور اڳي
سي ڦري منهن ٽي عمر جي ئي لڳا آهن اڄ

ڪالهه واجهائي پئي مارن ڏي مدد لاءِ مگر
مارئي هاڻي اتي پنهنجي مدد پاڻ ڪندي
اڄ سندس حب وطن ٿيندي وري ايڏو بلند
جو حڪومت جي جبين تنهنجي اڳيان خود جهڪندي

# ڀٽائي ڏانهن



او سهڻا شاهه ڀٽائي

تنهنجي گيتن جون گونجارون ٿينديون رهن سدائي
تنهنجي ديس جا ماڻهو نماڻا شل پيا توکي ڳائن
جن جي دل هن جڳ جي دکن ۾ دردن آهي جلائي
ساهه سڙيا سي تنهنجي گيتن سان ٿا دل وندرائن

تنهنجي سسئي پنهنجي پنهونءَ لاءِ اڄ به ٿي ڏونگر ڏاري
اڄ به پنهون جا پيرا وقت جي واءَ سان وئڙا لڳجي
جبلن جهنگن ۾ رلندي ٿي رهبر لاءِ پڪاري
اڄ ڀي پٿرن جي سختيءَ سان پير سندس پيا ڦٽجي

مدت ٿي جو ماڻهو ويٺا سُر جي لاءِ ڪن لائي
گيت ڪٿي جن جي گرميءَ سان دل جا دريا اڀرن
ماڻهن سر سهسايو پر ڪو چارڻ سر سهسائي
اڄ ڀيجل جي چنگ منجهان سي چٽڪون ڪين ٿيون نڪرن

اڄ تائين ٿا ڪاڪ ۾ ڦرجن ۽ لٽجن ڪي ئي مانجهي
مومل جي ماڻن ۾ ڪوئي ڦير نه آيو آهي
اڄ به اميدن جي ڪرڻن کي ويڙهي وئي آ سانجهي
ڪنهن جي دل جي دنيا ۾ ڪو صبح نه آيو آهي

آهي اڃا تائين ڀي تنهنجي مارئي بند ۾ باندي
اڄ به عمر جو زور هلي ٿو ويچارن مارن تي
آزاديءَ جي خوشخبري اڄ تائين ڪنهن به نه آندي
ضرب اڃا تائين به لڳي ٿي روحن جي تارن تي

تنهنجي گيتن جون گونجارون ٿينديون رهن سدائي
تنهنجي ديس جا ماڻهو نماڻا شل پيا توکي ڳائن
جن جي دل هن جڳ جي دکن ۾ دردن آهي جلائي
ساهه سڙيا سي تنهنجي گيتن سان ٿا دل وندرائن
او سهڻا شاهه ڀٽائي

# موهن جو دڙو

اي اسانجي چمڪندڙ ماضيءَ جي پيرن جا نشان
تنهنجي ويرانيءَ ۾ ڇا ايڏي ڪشش آئي ڪٿان

تنهنجي بربادي تان صدقي تنهنجي منجهه تان نثار
تنهنجي بربادي ئي ٿي وئي آهي تنهنجو يادگار

بي ڪفن مردي جي مٽيءَ ۾ ڏيکيل هيءَ کوپري
جنهن ڏني هئي سنڌ جي تهذيب کي هڪ زندگي

تنهنجون هي خاموشيءَ ساڪن گهٽيون، هي رڪ جا ڍير
دور ديسن کان ڏسڻ لئه ٿا اچن ڏس ڪير ڪير

تو ڏٺا آهن زماني جا گهڻائي انقلاب
تنهنجي سيني ۾ لڪل تاريخ جا آهن ڪي باب

تون زماني ڏي زماني کان نهاريندو رهئين
سنڌ کي ماضيءَ جي عظمت ڏي پڪاريندو رهئين.

۽ سدائين سنڌ تنهنجي سڏ ۾ سڏ ڏيندي رهي
پنهنجي ماضيءَ جي بلنديءَ ڏي وري ايندي رهي

قافلا تهذيب جا منزل طرف وڌندا رهيا
سنڌ جي گلشن ۾ ڪي ئي گل نوان ڪلندا رهيا

اڄ وري مهراڻ جي مي ساڻ پُر پيالا ٿيا
هن اڄايل سر زمين جا ڇپ وري آلا ٿيا



اوچتو ٿـي اوچتو تـوکـي کھڙو پـور پيو
جو ڪٽي ويران نظرون سنڌ ڏي تو هيٺن تڪيو

تنهنجي نظرن جي انهن ويرانين جو هو اثر
جو ويـا هڪ پـَل ۾ ٿي ويران ڪئي آباد گهر

ٿي اڪئين سڀ ڪنهن ڏٺو منزل هئي پنهنجي قريب
اوچتو ٿـي اوچتو ڪي راهـزن ٿي ويـا نصيب

وقت جا طوفان اڪري پنهنجو بيڙو پـار ٿيو
پـر ڪنارن تـي اچي ٽڪرائجي پـرزا ٿيو

وقت جي ڦيري هنن باغن ڪي بدلي بـَرُ ڪيو
ڪالھ هئا جت هنج اڄ ڪانون اتي آ گهر ڪيو

ڪلھ ڪچهرين ۾ لڳل رهندو هئو جت تهڪڙو
مـوت جي خامـوشين آهـي اتـي واسو ڪيو

ڳوٺ خالي ٿـي ويـا ۽ شهر ويـران ٿـي ويـا
خواب هئا جيڪي تـرقيءَ جا پريشان ٿي ويا

هي ڊ اُـل جايون ڦٽل رستا ڏسي تون شاد ٿي
هي بہ شايد تـوجيان ويندا ڪڏهن برباد ٿي

تنهنجي ويرانيءَ ۽ بربادي‌ءَ کي وسعت ٿي ملي
سنڌ ساري چاڻ جـو ٿي تنهنجي پـاڪر ۾ اچي

## [illegible]

جي مطمئن نہ ٿياسين قرار ڪجھہ تہ مليو
اٿاہ سمنڊ مان هڪ قطرو يار ڪجھہ تہ مليو

هزارين درد سوين غم ويا اسان جا ٿي
مليو نہ دل کي اگر هڪ قرار ڪجھہ تہ مليو

اسانکي ماڳ جي بدران مليا ڌڪا ٿاٻا
اسانکي دوست سر رهگذار ڪجھہ تہ مليو

اسان تہ حق جي ٿي ڳولها ڪئي زماني ۾
مليو اسانکي جي بدلي ۾ دار ڪجھہ تہ مليو

اسان چمن کان تہ مايوس ٿي ويا هئاسين
خزان ملي نہ مليو جي بهار ڪجھہ تہ مليو

اسان تہ بوند گهري ٿي اسانکي باهہ ملي
فلڪ ڏنو جي هي برق و شرار ڪجھہ تہ مليو

اوهان کان ڪجھہ بہ ملڻ جي اميد ڪونہ هئي
لڳو جي ٿورو گھٽو دل جو بار ڪجھہ تہ مليو

اوهان کان ڪڏهين بہ مايوس ڪين موٽياسين
اوهان جي بدران مليو انتظار ڪجھہ تہ مليو

مليو نہ صبح جي تنوير چاڻ جو ٿو ملي
ويو ٿي گھٽ جي فضا تان غبار ڪجھہ تہ مليو

# جهونگار

مشڪ جان عشق تنهنجو ٿو هڪار ڏئي
ڪيئن جڳ کان پلا مان لڪايان پرين

جيئن پوي ڏنڊ تي چنڊ جو اولڙو
جهول چوليءَ جي ۾ پينگهه ويهي لڏي

نير نيرو پوي جيئن اڇو ڪير تي
لهر تي مست جهومي نچي ۽ ڪڏي

پيار منهنجي تي ايئن تنهنجو پاڇو پيو
اوچتو سونهن سان جيءُ جرڪي اٿيو

مان به تي مست ٿڙندو رهان ٿو سدا
پاڻ کي ڪيئن پلا مان سنڀاليان پرين

جيئن ساوڻ جي موسم تي سرهي اچي
مينهن ڇم ڇم ڪري ڇير پائي نچي

تيئن منهنجي اندر ۾ او سهڻا سڄڻ
تنهنجي ٿڪن جو هردم پڙاڏو اچي

مان به ڪڪرن جيان مست ٿي ٿو رلان
توکي ڳولڻ جي خاطر ٿو ڏوڙان ڏڪان

نيري اڀ جي اڱڻ ۾ ٿو رلندو رهان
توکي ڪيئن ڳوليان ڪيئن پايان پرين

منهن کي موڙي سمورن خيالن کان مان
دل جي ڳڙ کيءَ مان هردم ٿو واجهون وجهان

رات جو روز جڳ کان لڪي ننڊ جا
ريشمي نرم پردا هٽايان ٿو مان

ننڊ ۾ پيئي نٿا نيڻ آرام ڪن
خواب راتيون سڄيون جاڳندا ٿا رهن

خواب آ خواب ۽ جاڳ آ جاڳ مان
خواب کي جاڳ ۾ ڪيئن مٽايان پرين

هير جي وير هر هر چڙهي صبح جو
جيئن پپر جي پن کي ڏڪائي ڇڏي

ياد تنهنجي اچي تيئن اڙي شل جيئن
منهنجي لونءَ لونءَ کي هردم ڪنبائي ڇڏي

منهنجي رڳ رڳ ۾ ٿو پيار تنهنجو سُري
تنهنجي صورت سدا هانوَ ۾ ٿي هَري

درد دل جو ٿو اکڙين مان اٿلي پوي
سور دل ۾ پلا ڪيئن سمايان پرين

جيئن اسر جو ٿڌي هير ٿڌڙا ڪڍي
هلڪڙيون هلڪڙيون ڪتڪتايون ڪري

ساهه مان سيسراٽيون ٿيون اڀرن تيئن
جي پلؤ تنهنجي پوتيءَ جو مونکي ڇهي

پور تنهنجا ٿا ڪر موڙي جاڳي پون
سور تنهنجا ننڍا مون ڪان سانڍيا ٿين

سور ڪنهن سان ورهايان ونڊيان او سڄڻ
ڪنهنکي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌايان پرين

جي ستارن ۾ توکي لڪائڻ گهران ٿو
ته تون چنڊ وانگر ڪِڙي ٿو پوين

توکي مکڙين جي وچ ۾ رکان ٿو ته تون
گل جيان هڪڙي پل ۾ ٽڙي ٿو پوين

توکي ڪوئي پلا ڪيئن لڪائي سگهي
سونهن تنهنجي سدائين پئي ٿي ٻَڪي

جي هجي ڪو ڏيئو مان وسائي ڇڏيان
جوت سج جي پلا ڪيئن وسايان پرين

سونهن سُرهي سدا پيار پڌرو سدا
جي لڪايون تڏهن پي نه لڪندا پرين

چو نه پردا سڀئي پو هٽايون سڄڻ
چونه دنيا جي سامهون ڪريون پيار اسين

تون ٿي ڳانو ته توکي ڳچيءَ ۾ ٻڌان
گيت ٿي تون ته توکي چپن تي رکان

تون ٿي گل مان ٽيان هيرءَ
تنهنجي سرهاڻ گهر گهر رسايان پرين

ھڪڙيءَ خاموش ۽ تڏيريءَ رات

ھو ڏنو چند مڪڙين کي جنم
جڻ لھي ويو ھو ڪائنات جو غم

مرڪيون مڪڙيون جڏھن ٻه ٽي پريات

ھير جيئن جيئن سحر جو لھرائي
ماڪ مڪڙين جو منھن چمڻ آئي

جڏھن روشن ٿيو صبح جو آڪاش

ڪرڻا مڪڙين جو ھار بنجي پيا
جڻڪ سونھري چار بنجي پيا

ٿــي وئــي ساري ڪائنات اداس

مڪڙين جو گـلـو گھٽيو ڪرڻـن
تن کي مرجھائيءَ ڇڏيو ڪرڻن

# موچارو

سج ڪڍيو منهن رات پوري ٿي وئي
ساري جڳ تي چانڊجي وئي روشني
سج مٿي آيو ۽ ڍرڪيو ۽ لڙيو
شام ٿي آخر ۽ سج پيو ويو لهي
ساري جڳ ۾ پاٽ اوندھ ٿي وئي

ڏينهن جي چا زندگي
ماڻ پيو آهيان منجهي

صبح جو گلشن ۾ هڪ مکڙي ٽڙي
ماڪ موتين جي مٿس مالها وڌي
ڪجھ گهڙين لءِ جهومي مرڪي ۽ نچي
۽ هوا جي پينگھ تي ويهي لڏي
تير تماڙيا پنهنجي ڪرڻن جا سحر
جيڪي ويا مکڙيءَ جي سيني ۾ چڀي
۽ ويو مکڙيءَ جو منهن ڪومائجي

ڪجھ گهڙين جي مرڪ هئي
ماڻ پيو آهيان منجهي

چنڊ دريا تي نظر هڪڙي وڌي
جنهن جي سيني ۾ اچي هلچل متي
لهر هڪ اميد جي آئي چڙهي

چنڊ ۾ ي دريا ۾ آخر ويو ٻڏي
لهر ۾ ي ڪجھ تاڀڙي ڏرڪي پئي

ڪجھ گھڙيون اميد هئي
مان پيو آهيان منجهي

جي ويس دنيا جي غم ڪان تنگ ٿي
تنهنجي اکڙين ۾ جڳھ مونکي ملي
سُرڪ هڪڙي سِڪ منجهان مون ڀي چڏي
تو سوا دنيا سڄي وسري وئي
ڪجھ گھڙين ڪان پوءِ جڏهن مون اک پٽي
سا ڳيا غم ۽ سا ڳي منهنجي بيڪسي

ڪي پلڪ هئي بي خودي
مان پيو آهيان منجهي

ڏيهه جي ڏاڍي سان اميدن جا سر ويا ڪانجي
ڏاڍ جي ڏاندن جي پيرن هيٺ ويا چيپاڃجي
تہ بہ اچا تائين جيئڻ جي آس آهہ
زندگيءَ جي راهہ ۾

ماڳ ڏي وڌندا رهياسين جهڙپ جهولن جي سهي
پنهنجي عظمت اڪ اسان سان ئي ملائيندي رهي
ها اچا تائين هلڻ جي آس آهہ
زندگيءَ جي راهہ ۾

پاڻ طوفانن جي ئي پيٽن ۾ پلندا ٿا رهون
هنس جان سينو ڪڍي لهرن تي لڙهندا ٿا رهون
ها اچا تائين وَهڻ جي آس آهہ
وقت جي هن واهہ ۾

جيئڻ پچڻ جو پهہ ڪيوسين ڪٺي پيڙ پيڙ ڪي پيا
نيٺ سهٽيءَ جي گهڙي جان ئي پچي ٿياسين پڪا
ها اچا تائين جلڻ جي آس آهہ
عشق جي آڙاهہ ۾

زندگي ڇڪتاڻ ڪان مايوس ڪڏهين ٿي نہ آهہ
هيرجان هلندي آ هردم پر ڪڏهن ٿڪبي نہ آهہ
ها اچا تائين رهڻ جي آس آهہ
وقت جي وڙاهہ ۾

ڪجھ گھڙين جي لئہ فلڪ ڪجھ گھڙين جي لئہ زمين
ڇا خبر جو ھي ئي دم ئي ھجي دم آخرين
جو نہ ڪجھ مرڪي وٺون جو نہ ڪجھ ڳايون اسين
وقت ھي آھي پرين روح ريجھائي وٺون

روح ريجھائي وٺون اڄ تہ ڪجھ ڳائي وٺون
پونئر تي مکڙين مٿان ڦيرا ڪجھ پائي وٺون
ماڪ تي گلڙن جو منھن ڪجھ تہ چمڪائي وٺون
ھير تي گلزار ۾ ڪجھ تہ لھرائي وٺون
اڄ تہ لنوَ لائي وٺون موت ڪان اڳ ۾ سڄڻ

موت ڪان اڳ ۾ سڄڻ، آس جيئڻ رھجي نہ ڪا
جو بھارن ۾ پلا گل وڃن ڪومائجي

ڪجھ گھڙين جي لاءِ تو مينھن سانوڻ جو وسي
ڪجھ گھڙين جي لاءِ تو ميوو محبت جو رسي
ڪجھ گھڙين لئہ اک ڪٽي پيار سان ڪو تو پسي
ڪجھ گھڙين جي لاءِ تو نينھن جو نياپو رسي

وقت تورو آھي ۽ سو بہ وڃڻو آ پرين
جو پلا روئي رڙي سو وڃايون ھيڻن اسين

عمر آھي ھڪ گھڙي سال ساعت ۾ وڃن
سا گذاريون جو سڙي پيار ڪان پاسو ڪري

وقت جو ھي واھ تو دائما وھندو رھي
تنھنجي ڇولين جو لھي ڪين سگھندو انت ڪو
آئي ھڪڙي ٻي وئي آھي بس ھي ڇھڇٽو
انت ازل جو ناھي ڪو يا ابد جو ڪو پتو
تنھن ڪان منھن ڦيري نہ جو پيار سان توڏي ڏسان

# پيرن جو پيام

ڀري پيءُ اڄ هڪ ٻه جام
هليو وقت ويندو وري ڪين ايندو
ڦري جام وانگر هي گردش جهان جي
پيڻ جو ڏني ٿي پيام
پيڻ سان ٿي پيارا زمانو مڃيندو

خبر ناهي ڪنهن کي اڄوڪي سحر جي
ٿئي يا نه ٿئي ڪابه شام
الائي وري وقت ايندو نه ايندو

سمان سال جي ڏک جو هڪ ڏينهن آهي
ته پو عمر ڪيئن ٿئي تمام
اهو راز هي جام توکي ڏسيندو

حياتيءَ کي ماڻ گهرين توجي سهڻا
ته وٺ وقت کان انتقام
جو هي وقت ڪنهنکي سڪون ڪين ڏيندو

# ڇهريون وار

ڪري وار هي وقت تو تي او سهڻا
انهيءَ کان آڳي وار ڪر

زمانو ٿئي سخت تو تي او سهڻا
انهيءَ کان اڳي پيار ڪر

ڪلي وٽ گهڙي پل جو لمحا ڪلڻ جا
هتن سان نہ ڪسڪي وڃن

هي گل تنهنجا يعني هي چاڻا مڪڻ جا
متان وقت ويندي رجن

حياتيءَ جا پيالا پريل غم جي وهڻ سان
پيئڻ ڪانسوا ڪيئن ڪريون

گذي مرڪ جو تن ۾ ميٺاج تن سان
گهڙين جون ٿا مرڪون پريون

عجب آهي مڪڙيءَ تي جو چانڊني پئي
تہ پل لاءِ آهي شباب

ڏسي تيز ڪرڻن ڏي هڪ مرڪ مرڪي
ڏني موت کي تي جواب

ڪئي سال هڪڙيءَ گهڙيءَ جي خوشيءَ لئہ
سوين غم ٿا سهڻا پون

مگر مرڪ ايندي چپن تي گهڙيءَ لئہ
سيئي ڏک ٿا وسري وڃن

او مرليءَ وارا جوڳي!

پنهنجي مِٺُن کي ڦوڪيندي تون مرلي ايئن وڄائين ٿو
ڄڻ ڦوڪي تون روح فضا ۾ نغمن جان لهرائين ٿو
دريا شاهه جي لهرن وانگر سپنو لاهين چاڙهين ٿو
ڇڻ ته فضائن ۾ گيتن جو هڪڙو واهه وهائين ٿو
يا ته فضائن ۾ نغمن جو هڪڙو چار وڇائين ٿو
زهريلن نانگن جي روحن کي جنهن ۾ ڦاسائين ٿو
يا ته اندر جي اونهائيءَ سان سر آڻي تون ڳائين ٿو
پنهنجي برهه جي باهه تون ساري جڳ جي دل ۾ لڳائين ٿو
ڄڻ ساري جڳ تنهنجي سورن واري پوک آ پوکي
او مرليءَ وارا جوڳي

پنهنجي راڳن سان رڳ رڳ ۾ ڪو ميناج ملائين ٿو
دک ۽ درد جا نانگ هزارين پيار منجهان پرچائين ٿو
جن کي پنهنجي تَنَ جي تارن تي هي ناچ نچائين ٿو
مرليءَ جي ميناج سان تنجي زهر جو زور وڃائين ٿو
اهڙن زهريلن جي دل ۾ جادو ڪيئن نه لڳائين ٿو
پنهنجي دشمن تي پڻ حاڪم بنجي حڪم هلائين ٿو
هن دنيا جي رڻ ۾ تنهنجي مرلي ڄڻ مينهوڳي
او مرليءَ وارا جوڳي

مان ئي من جي مرليءَ تي ڪي گيت وڄائڻ چاهيان ٿو
مان ئي پنهنجو پاڻ وڃائي سُر ۾ سمائڻ چاهيان ٿو
مان ئي هن ماٺي دريا ۾ لهرون آڻڻ چاهيان ٿو
مان ئي دلين جي دنيائن ۾ باهه لڳائڻ چاهيان ٿو
مان ئي ڳائڻ چاهيانٿو ها مان ئي ڳائڻ چاهيان ٿو

سهندي سور صدين کان منهنجي دل ٿي وئي آ موڳي
او مرليءَ وارا جوڳي

مان ۾ زماني جي دردن کي دل تان هٽائڻ چاهيان ٿو
زهريان جي زهر کي ماري زور گهٽائڻ چاهيان ٿو
جن کان حياتي هانو ٿي هاري تن کي مڃائڻ چاهيان ٿو
پيارسان هرڪنهن کي مان پنهنجي وس ۾ آڻڻ چاهيان ٿو
وقت جي وهه ۾ محبت جو ميٺاج ملائڻ چاهيان ٿو
تو جان مان او جوڳي من جي مرلي وڄائڻ چاهيان ٿو

تنهنجو من پي روڳي آهي منهنجو من پي روڳي
او مرليءَ وارا جوڳي

# ڦٽيون ڇو ٽڙيون

شاعر جي تصور کان سهڻي
نئڊيڻ جي يادن کان پياري
ايڏي سادي ايڏي مٺڙي
ڇڻ آهي ٻاٺائيءَ جي ڪافي

اوندهه ۾ ڦٽيون ٽيون ائين جرڪن
ڇڻ جهرمر لاتي آ تارن
يا اڀ ڌرتيءَ تي ڦهلايو
موتين سان ڀريل پنهنجو دامن

چپ چاپ پلوءَ هوءَ پوتيءَ جا
چانديءَ سان ڇڻ ته پري تي يا
هوءَ حور فلڪ جي آهي ڪا
تارن کي وچي ٽي چنندي جا

جيئن چنڊ جي آئي وسامن ٽيون
تارن جون اڀ ۾ ڪٽي ڏياٽيون
تيئن هن جي پلاندن ۾ هي ڦٽيون
هڪ هڪ ٽي وڃن ٽيون ڳرٽيندي يون

هوءَ ڪيت اهو آهي جيڪو
ڪنهنجي به چپن تي ڪين آيو
هوءَ اهڙو گل آهي جنهن کي
ٽڙندي نه ڪنهين ڀي آهه ڏٺو

# پهاڙن جي پري

زندگي پنهنجي رواجي چال سان هلندي رهي
چو هيءَ نبض، ڪائنات اڄ اوچتو بيهي رهي
او پهاڙن جي پري

روح مانيءَ ڍنڍ جي ڪنهن سطح جان خاموش هو
تو خبر ناهي ته چو ننڍڙو پٿر اڇلي ڇڏيو
آيون لهرون ڪر کڻي

جيئن هلي ڪو زندگيءَ جي راهه تي بي فڪر ٿي
تاهو ڪائي چرڪ ماري ۽ وڃي گهبرائجي
اهڙي حالت منهنجي ٿي

جي وڃي ٿي اوچتو ڪسڪي هٿن مان ڪا گهڙي
حيثيت ان جي رهي ٿي بس فقط هڪ خواب جي
وئي هٿن مان سا وئي

ها اهو سمجهان ٿو آهي عارضي دور بهار
پر خوشيءَ جي هڪ گهڙي آ عمر پر جو يادگار
توڙي سا گذري وئي

هي به ڄاڻان ٿو ته ٿيندس جلد ٿي تو کان مان دور
پر هنن ڏينهن جي يادن جو کٽي ويندس سرور
جن ڏني آهي خوشي

چند يادن جي ڪڙين کي هرڪو ماڻهو خود جڙي
پاڻ ئي زنجير ٺاهي قيد ٿو خود کي ڪري
عمر ڄڻ آ مارئي

زندگي جي خواب وانگر آهه پو اي مه جبين
چو نه اڄ ان کي بنايون هڪڙو منڙو خواب اسين
وس به پنهنجي آهي هي

# ماٺڙاڻ

زندگيءَ ۾ ڪڏهين تنهنجي مرڪ جو ميٺاج هو

تنهنجي اکڙين جو خمار

تنهنجي جوڀن جو بهار

وقت هو اهڙو جو دل تي سونهن جوئي راڄ هو

ساري دنيا هئي حسين

مون به توريءَ دبرلئه لاتي هئي لنو او پرين



زندگانيءَ ۾ حقيقت جي ڪڏهن تلخي هئي

زندگيءَ جي جام مان

جو پريل هو زهر سان

مون به پيتون ڏئي دکن دردن جي وهه پيتي هئي

جام پر خالي نه ٿيو

جيئن ڪپاڻ تي گهريو مون تيئن تي سو پربو ويو

جي حياتيءَ کان پري ٿـي ۽ حياتيءَ کي ڏنم

موت کان پي سخت هئي

هيءَ دکن جي زندگي

هن مصيبت کان پڇي آکيرو ٿاهڻ تي گهريم

تنهنجي اکڙين ۾ مگر

وقت جي طوفان هر پيري کيو ٿي دربدر

جي گھٽو و يجھو ويس ٿي زندگيءَ کي او پڙين
جيڪڏهن منهنجون اکيون
زندگيءَ سان چار ٿيون
ان جي اکڙين ۾ نياپو چڻ جيڻ جو هو پرين
تو جيان پياري هئي
سونهن سو پيا سان پريل، هيءَ زندگي ساري هئي

ساڪ رئندي ٿي رهي مڪڙي رهي ٿي مرڪندي
اهڙي حالت کي ڏسي
مان پيو آهيان منجهي
مرڪن ۽ لڙڪن جو چڻ ميلاپ آهي زندگي
ڪوئي کلندي ٿو رئي
اوچنگارون ڏيندي ڏيندي ڪوئي ٿو مرڪي ڏئي

زندگي ٿهڪن ۽ سڏڪن جو سڄو مانداڻ آ
يا حقيقت جان ڪڙي
يا چپن وانگر مٺي
خون جي بوءِ آهي يا گلڙن سندي سرهاڻ آ
يا شراب آ زندگي
جنهن ۾ تلخي پي ملي ٿي ۽ ملي ٿو لطف پي

# چتاءُ

اوهانجي زهر جي سقراط کي چڏيو ماري
تڏهن ۾ سچ ٿو اچا تائين زندگي ماڻي
اوهان جي دار و رسن تي مئو ته هو منصور
تڏهن ۾ حق تي سگهيوُ ڪوبه حرف ڪين آڻي

اوهان ته ماڪ ڏسي خوش ٿيو ته مکڙين ۾ي
اوهانجي زور ڪان آهي چڏي ڏنو مرڪڻ
مگر اوهانجي اکين جو قصور هو ان ۾
رئڻ جي وقت ۾ تن جي چپن تي هو مرڪڻ

اوهان جي سج کي ٽڪر ۾ي ڪيو ته ڇا ٿي پيو
جي رات آئي تڏهن ۾ي ڪڏهن نه اوندهه ٿي
انهيءَ ئي سج جا هزارين لکين ٻڳل ٽڪرا
ستارا ٿي ۽ فلڪ تي ويا ٽڙي پکڙي

هي ظلمتون ۽ هي اونداهين جا واچوڙا
سدائين ڪين ڏيئن جون دليون ڏڪائيندا
هي ذرا نور جا يعني هي چمڪندڙ تارا
ملي جي هڪ ٿيا ته سج ڪو نئون اڀاريندا

هي زرد پن ڏسي مايوس ڪين ٿينداسين
جو ڇانون ٿا ته اهي جلد ئي ڇڻي ويندا
رکي اميد بهارن کي پيا سڏيندا سين
جي پنهنجي لاءِ نوان گونچ گل کڻي ايندا

رحمتون اهڙيون گناهن کي جي شرمائي سگهن
سي ڪرم جي هر ستم جي سِر کي نِوڙائي سگهن

هڪ نگاهِ لطف فرمائن جي فرمائي سگهن
جيڪي چاڙن تا رئاري سي ٿا پرچائي سگهن

جن هٿن ٽڪرايا ساغر ساڻ ساغر عمر ڀر
ڪيئن اهي تلوار سان تلوار ٽڪرائي سگهن

جن سموري عمر چاڻي آهي خاڪِ رهگذر
سي اسانکي منزلن تي ڪيئن ٿا پهچائي سگهن

وري ڪي مرده دل هستيءَ جو افسانو ٿا دهرائن
هينئر دنيا ۾ بس عنوان ئي زيبِ داستان ڏسبا

جا پٽر ڪي پاڻي نہ ڪري ان ديدهٔ تر مان ڇا حاصل
هر دل ۾ اٿاري درد نہ جو ان دردِ جگر مان ڇا حاصل

آرامِ نظر مان ڇا حاصل تسڪينِ جگر مان ڇا حاصل
هي رنگ و بو جي فريب آهي پو ذوقِ نظر مان ڇا حاصل

هڪ باهہ جو سيني مان نڪرڻ مقصود جڏهن آهي همدم
پو ضبطِ فغان جي ڇا معنيٰ آهن جي اثر مان ڇا حاصل

يا هر ڪنهن جو غم دل ۾ رک يا هر دل ۾ غم پيدا ڪر
محدود جو هڪڙي تائين رهي ان دردِ جگر مان ڇا حاصل

هي پي تہ فريب نظر جو آ هين تي نہ ڪڏهن پلجي وڃجان
جو تاريڪين مان پيدا ٿئي تنهن نورِ سحر مان ڇا حاصل

تنوير مان پنهنجي گيتن سان هڪ باهہ لڳائڻ چاهيان ٿو
جنهن سان نہ جليو ڪو ڪاشانو تنهن برق وشرر مان ڇا حاصل



ڪنهن جي نظر جو عشق تي احسان نہ ٿي وڃي
الفت جو غم حيات جو سامان نہ ٿي وڃي

پنهنجي ڪرم ڪي عام نہ ڪر ايترو خدا
جو توکان بي نياز هي انسان نہ ٿي وڃي

هڪ اشڪ اک ۾ آهي جو دريا نہ ٿي پوي
هڪ آہ لب تي آهي جا طوفان نہ ٿي وڃي

آهستي اچ نسيم جو مکڙي ڪلي نہ پئي
غنچي جو خوابِ صبح پريشان نہ ٿي وڃي

اي دوست زندگيءَ کي نہ ايڏو قريب وڃ
ڪٿ زندگي ئي توکان گريزان نہ ٿي وڃي

دل ۾ جا خواهش آهي ٿي پيدا هينئر اي دوست
اگتي هلي سا زيست جو ارمان نہ ٿي وڃي



اسان کي نہ چڏ تون اکين جو اڇايل
جو ڪڏهين تہ هي جام ٿي ويندا خالي

اوهان جون اکيون چڻ جواب بهاران
اسان جون اکيون چڻ سوالي سوالي

نظر آهي صورت جي محتاج ڪڏهين
ڪڏهن حسن آهي نظر جو سوالي

اسانجي خوشين تي ٿي پاڻي ڦري ويو
ڏٺيسين ڪڏهن اک اوهانجي جي آلي

دنيا سان نهي هلبو ته پرين
هن دنيا ۾ جي رهڻو آ

پي چڏبا پيالا جي تنهنجي
نيڻن جا نشانا ياد آيا

ڏس آيون گهٽائون گهور ڪري
ڏس مينهن پيو گجگوڙ ڪري

هن وقت ۾ منهنجو چا ٿيندو
جي توکي بهانا ياد آيا

جيئن وسريل گيت ڪوچپ تي اچي
جيئن اوچتو سورجي سنڌ اڀري
ايئن تنهنجون ڪهاڻيون ياد آيون
ايئن تنهنجا فسانا ياد آيا

سالن کان ستل اڄ سور اٿيا
اڄ مونکي تنهنجا پور پيا

وسري ويو زمانو مونکان جو
مونکي ڪي زمانا ياد آيا

ان سانت ۾ هو سنگيت سجڻ
ان ماٺ ۾ هو ميٺاج پرين

جي روح چپا جي روح پڙا
مونکي سي ترانا ياد آيا

جڏهين به ويس مان بيوس ٿي
هن جڳ جي سورن کان سڀرين

تون ياد آئين مونکي هرهر
۽ تنهنجا فسانا ياد آيا



روشني دل جي دکن آهي لٿي او سهڻا
رات چوڏهينءَ جي سوا تنهنجي ہٽي او سهڻا

چنڊ جي سونهن ڏنو ساھ انھيءَ دم سائين
تنهنجي منهن مان ٿي جڏهن باک ڦٽي او سهڻا

تنهنجي خاطر ٿي ڏنو مرڪي مون ايئن سورن ۾
خشڪ واريءَ ۾ ڪنول جئن پيا ڦٽي او سهڻا

رات جو ڏينهن جو غم ڏينهن جو هئي رات جي تات
عمر ڪٽندي وئي مصيبت نہ ڪٽي او سهڻا

عمر پر پئندي، ٻہ اڄ ڪين لٿي هئي منهنجي
ءَ نہ مٽي تنهنجي اکين مان ٿي ڪٽي او سهڻا

هيءَ گهڙي آهي فقط هڪڙيءَ گهڙيءَ لءِ مهمان
جي هٿن مان وئي کسڪي تہ چٽي او سهڻا

هن کي انسان ازل کان ٿي لٽيندو آيو
سونهن جي ڪاڻ نہ ڪٽندي نہ ڪٽي او سهڻا

پاڻ کي جٺري رکڻ لاءِ وڏا خون ڪيم
مون نڙي پنهنجي اميدن جي گهٽي او سهڻا

او هان ناهيو تہ پنهنجي دل بهارن سان ٽا وندرايون
اسان ڏي جي اوهان ايندؤ بهارن کي نہ ڏسنداسين

اڪيلائي اڪيلا مؤج سان پونداسين الجهي اڄ
سهارن کي نہ ڏسنداسين ڪنارن کي نہ ڏسنداسين

اسان سونهان زماني جا اسانجو ماڳ سان مطلب
ڏکين واٽن ورن وڪڙن ۽ چارن کي نہ ڏسنداسين

اجهو نڪتو وهائو هاڻي ڪاري رات تي پوري
اجهو تي روشني ٽٽي هاڻي تارن کي نہ ڏسنداسين

ٽڙنداسين ٽاپوڙنداسين پر اڳتي هلندا هلنداسين
لهرن وانگر اٿندي ڪرندي ماڳ ڏي وڌندا هلنداسين

جيئڻ ڪرڻ جي تيرن جي وسڪاري ۾ مرڪن ٽا گل
موت جي منهن ۾ تيئن اسان پيي ٽلندا کلندا هلنداسين

ڪڏهين ٿورو ڪڏهن گهڻو ۽ ڪڏهين ڪاسو ڪڏهن ڪٽو
نور ونڊيندي چنڊ سمان ئي گهٽبا وڌندا هلنداسين

ڪنهنجو هانو چنڊن سان ٺاري ڪنهنجي دل دڙڪن سان ڏاري
ڪڪرن وانگر وسندي وسندي گجندا گجندا هلنداسين

پاڻ جلائي لاٽ ڏبي هن جڳ کي هڪڙي واٽ ڏبي
اوندهه کي چيريندي تارن وانگر ڪڙندا هلنداسين

ڪر موڙيندا آهن ڪانئر ڪر ڪٽندا آهن دل وارا
هلندي هلندي جي ٽڪباسين رڙهندا رڙهندا هلنداسين

آزادي يا موت بنهي مان هڪڙو ماڳ اسانجو آ
جنهن به ڏنو آواز انهي ڏي کلندا ڪڏندا هلنداسين

هاڻي اونداهين جي حد آ ٿي وئي
رات ڪاري ڇاڻ جو ٿي دور ٿئي

روشنيءَ سان جام ڇلڪي ٿا پون
جي ستارن جو جهڪو ٿو نور ٿئي

هڪ ڏيو ٻاري وسائن ٿا ٻيو
ڪنهنجي اونده، ڪنهنجي لءِ ٿو نور ٿئي

تون ته گهرائي هڻي پي ٿو وڃين
پر نٿو مون کان ڪڏهن غم دور ٿئي

دل ٻري اکڙيون ٻريون بادل ٻريا
پياڪ جو پيالو وري ڀرپور ٿئي

جيئن سدائين کان پيون چوليون چلن مهراڻ ۾
منهنجو من پي تيئن ازل کان آهي هڪ مانداڻ ۾

يا رٺي تي ماڪ يا مرڪن پيون مکڙيون هتي
مان پيو آهيان منجهي گلزار جي ماندڻ ۾

هر ثواب آ بي سڪون بي لذت آهي هر گناه
ذهن آ جڪڙيل کان نيڪ و بد جي هن چڪتاڻ ۾

هي بهار آهي يا ارمانن جو آهي قتلِ عام
خون جي بو آ مليل گلزن سنڌيءَ سرهاڻ ۾

جنهن ڪي پنهنجي عزم تي آهي يقين اي ساٿيو
ڪيئن رکي سگهندو ڀلا سو آسرو اڳواڻ ۾

ساز جي تارن سان ڪنجي تا سگهن اڄ پي ڪي سرُ
سئن هڻ سر جي رکين تو ڀروسو جي پاڻ ۾

داغهاي دلِ ويران کي ڏسي رهنداسين
ٽيندي گلزار بيابان کي ڏسي رهنداسين

دوست اڄ اڄ تہ وٺون سمجهي مزاجِ عالم
يار جي زلف پريشان کي ڏسي رهنداسين

ظلم جي هٿ مان پَلَوَ پنهنجا ڇڏائي تہ وٺون
حالتِ جيب و گريبان کي ڏسي رهنداسين

جنهن بہ نور آندو ٿي ڪنهنجي گهران چورائي
هاڻ ان جشنِ چراغان کي ڏسي رهنداسين

شوقِ ساحل ۾ ٿا موجن جي حوالي ٿيون اڄ
آيو طوفان تہ طوفان کي ڏسي رهنداسين

ڪٿي وڃون ٿا اسين غم ٻنهي جهانن جا
۽ پاڻ ساڻ کڻي انقلاب ايندا سين

اگر سوال اٿيو سر ڏيڻ جو او ساٿي
ته پل ۾ بڻجي سراپا جواب ايندا سين

اوهان جون اکڙيون جي اوجاڳي کان پيون ڏرڪي
ته بڻجي رات جو هڪ هلڪو خواب ايندا سين

اسان جو قدر اوهان پاڻ ڏسي ڪندؤ آخر
جي آهيون ذرا ته ٿي آفتاب ايندا سين

اسان ڇپون ٿا ڪنڊي مثل جنهن جي نظرن ۾
انهيءَ جي لاءِ کڻي هٿ ۾ گلاب ايندا سين

ڪجهہ ڏئي ويندا سين ڪجهہ نہ ڪٺي ويندا سين
ٻور آهيون ڏئي ميوو ۽ چڙهي ويندا سين

دل جي بازيءَ تان اگر دل بہ ڪٺي ويندا سين
ويندي ويندي بہ ڪوئي داءُ هٽي ويندا سين

تو تان هڪبار تہ گهوري ٿا وڃون سر ليڪن
آس ٻئي پيري مرڻ لاءِ ڪٺي ويندا سين

جي رهيو عشق سلامت تہ محابي انجي
جي ڏڪارن ٿا انهن کي بہ وٺي ويندا سين

تنهنجي اکڙين جون هي مکڙيون بہ گلن جان کلنديون
صبح جي ويل تڏي هير ٻٽي ويندا سين

شل ابد تائين رهي رنگ سلامت گل جو
هير جان پابند ۾ خوشبوئي ڪٺي ويندا سين

رکي ٿو جيڪو سڀ جڳ جو درد سيني ۾
وجود انجو زماني تي بار ڇو نه هجي

ٽڙي ٽي مکڙي ته مرڪڻ لئه مرڪندي رهندي
ڪٽي پو عمر مندس پل ۾ چار ڇو نه هجي

سموري عمر جا دک درد ٿو وساري ڇڏي
قرار چئن گهڙين جو قرار ڇو نه هجي

اسان کي حڪم ٿيو اَن ڳالهه کي لڪائڻ جو
سڀ جهان تي جا آشڪار ڇو نه هجي

سدائين ساڻ هجي ساهه سوڻهن جو جنهن سان
انهيءَ جي لاءِ هميشه بهار ڇو نه هجي

حيات دارو رسن ساڻ جن ڳنڍي پنهنجي
انهن جي عمر ڀلا پائدار ڇو نه هجي

مون پنهنجي تن جون تندون ٿي تاڻيون
تارون اگر ٽيون سازن جون ساٺيون

هڪڙي ٿي سچ کي روشن ڪرڻ لئه
تارن جون ڪيئي شمعون وساٺيون

چپ چاپ ويٺي هڪ ٻئي ڏي ڏسندي
ائين پئي ٽيون ٿي پنهنجون رهاٺيون

اهڙيون گهڙيون هڪ ساعت نه ترسيون
جيڪي تصور جي پر تي اڏاٺيون

نئون ٽيندو رهندو هي نينهن هردم
جي ياد ايندڻيون ڳالهيون پراٺيون

تن جي تندن کي جيڪو تپائي
سو ساز آٺيون سا تند تاٺيون

ڪرڻن جي تيرن جي وچ رهندي
گلڙن بهارون مرڪي ٽي ماٺيون

جن کي ٻڌڻ سان شرمائجي وئين
نادان هيون سي تنهنجون ڪهاٺيون



هڪ غم جاودان مليو مونکي
زندگي منهنجي دائمي نہ سهي

جنهن ۾ آهي مدائين عيش و طرب
منهنجي ما دوست زندگي نہ سهي

تنهنجي دنيا تہ ٿـي رهي پُر نورُ
منهنجي دنيا ۾ روشني نہ سهي

اي جنون منهنجو ساٿ ڏيندو ڪر
بعضي بعضي گهڙيءَ گهڙي نہ سهي

تنهنجي دل ۾ رهان ٿو مثلِ خلش
تنهنجي مون ساڻ دوستي نہ سهي

اکين ۾ ھڪڙو خمار آھي نظر ۾ ڪنھنجو جمال آھي
نہ مونکي دل جو خيال آھي نہ دل کي منھنجو خيال آھي

اسانکي ۽ خواهش مسرت اسانکي ۽ فڪر عيش و راحت
اسانجي ڇا آھي زندگي ۽ اسانجو ڪھڙو مآل آھي

اھونئي گل ۽ اھائي شبنم اھو تبسم اھي ئي آنسو
اھو ئي تنھنجو جواب آھي اھو ئي منھنجو سوال آھي

حيات ۾ ۽ ملي ڪا راحت ۽ قيد ۾ راس اچي مسرت
اھو نظر جو فريب آھي يا ڪنھنجو حسن خيال آھي

نہ پڇ اي ھمدم تون مونکان ھي غم پسندين جو فسانو ھرگز
جھان کي جنھن مان ملي ٿي راحت اھوئي منھنجو ملال آھي

بيان الفت ٻڌائيندي اڄ تہ ھن کي تنوير جي خموشي
خرد کي ڪھڙي مجال آھي جنون کي ڪھڙو ڪمال آھي

ڀُر تي مليو هو پيالو ليڪن چپ تي آڻي ڪين سگهياسين
هڪڙي حياتي حاصل ٿي هئي سا پي ماڻي ڪين سگهياسين

گل ته ٽڙيا پر دل نه ٽڙي هر طرف ڪان آيا رنج مڙي اڄ
اهڙو بهار آيو هو ساٿي جنهن کي ماڻي ڪين سگهياسين

ساز به هو آواز به هو محفل به هئي ۽ دل ڀڙهئي پر
موچيون ٿا تنهن هوندي ڪِي چو تند کي تاڻي ڪين سگهياسين

ٿـر جي مارن وانگر رلندي رلندي پنهنجو روح ٿڪي پيو
هن دنيا جي وسعت ۾ ڪنهن ماڳ کي ماڻي ڪين سگهياسين

چنڊ جو ويس مٽائي آيو هو سپرين ڪلهه رات اماڻوٿ
جنهنکي ڄاڻي ڪين سگهياسين جنهنکي سڃاڻي ڪين سگهياسين

تنهنجي اکڙين جي اونهائيءَ ۾ ڇلڪيا ٿي چاهه جا چشما
پريت جو منڙو منڙو پاڻي تن مان آڻي ڪين سگهياسين

هيٺئن لهرن سان لڙندي لڙندي گذري وئي جي پنهنجي حياتي
مانجهي ڇا ٿيندو جي ڪشتي پار اماڻي ڪين سگهياسين

مکڙي مرڪي ماڪ رني پر ڪجهه سوچي ۽ چپ ٿي وياسين
راز هو اهڙو جيڪو ڄاڻڻ بعد به ڄاڻي ڪين سگهياسين

ياد آئي ان طرح سان اسانکي خزان جي ڳالهه
وسري وئي بهار و گل و گلستان جي ڳالهه

مرڪي ڏنو ٿي گل ته وري ماڪ ٿي رني
گلشن ۾ ڪنهن به ڪين ٿي سمجهي اسان جي ڳالهه

دنيا ۾ ۽ سڪون ملي ڪنهن غريب کي
تون پئي زمين تي ٿو ڪرين آسمان جي ڳالهه

ٿيو ذڪر تنهنجي مرڪ جو ۽ گل ٽڙي پيا
اي جانِ جان ڪٿي اچي پهتي ڪٿان جي ڳالهه

جيڪو افق کان دور ۽ هن پار ٿو وسي
تنوير ٿو ڪري انهي نئين جهان جي ڳالهه



جڏهن مان زندگانيءَ کان ويس ٿي تنگ دنيا ۾
تڏهن اي موت تنهنجي اهميت تي اعتبار آيو

منهنجي دل ٿي جلي بهارن ۾
آهيان گلشن ۾ يا شرارن ۾

بي سهاري ٿيس سهارن ۾
يعني لٽجي ويس بهارن ۾

شب فرقت جي ظلمتن کي پناه
ملي تنهنجي سياه وارن ۾

زندگيءَ کي ڏنم ٿي ناچ ڪندي
تنهنجي مبهم انهن اشارن ۾

منهنجي تقدير جو ڪري روشن
نور اهڙو ڪٿي ستارن ۾

راهبر گم ۽ منزلون ناپيد
زندگانيءَ جي رهگذارن ۾

شور هو زندگيءَ جو موجن ۾
موت جي خامشي ڪنارن ۾

سچ ٻڌائج او گل بجز تنوير
ڪنهن کي ويران ڏٺئه بهارن ۾

وري لبريز پئمانا ٿين ٿا
وري آباد ميخانا ٿين ٿا

ضرورت ناهي چشمِ تر جي هاڻي
بيان تارن کان افسانا ٿين ٿا

پراون کي اتي پنهنجو ڪجي ڪيئن
جتي پنهنجا ئي بيگانا ٿين ٿا

جڏهن ٿو خونِ دل ٿئي تن ۾ شامل
تڏهن رنگين افسانا ٿين ٿا

ڪرن ٿيون بجليون جن تي فلڪ چو
اهي منهنجا ئي ڪاشانا ٿين ٿا

غزل تنوير ديواني جو پڙندي
خرد وارا به ديوانا ٿين ٿا

دل جي خلش هڪ مبهم مبهم ٿي ويندي اڄ زيست جو حاصل
ديدهٔ پرنم مهر خموشي ڇڏي ڏيندا احوال مفصل

دور افق ۾ حد نظر وٽ ڏنڏلو ڏنڏلو ٿو ڏسجي ڪجهه
همت هار نه هاڻي ساٿي دور نه آهي پنهنجي منزل

روز قيامت مونکي ڏسي ۽ حيران ٿيو خود داور محشر
منهنجا گنه ناقابل بخشش منهنجي حالت رحم جي قابل

منهنجا ساٿي منهنجا همدم راهه سان منهنجو ڪهڙو تعلق
پيش نظر جي آهي منهنجي هڪڙو مقصد هڪڙي منزل

ساري جهان کي پنهنجو دشمن آهي بنائڻ ڏاڍو آسان
پنهنجو بنائڻ ڪنهنکي يا خود ڪنهنجو بنجڻ آهي مشڪل

اي چاره گر هنکي ڇڏي ڏي سمجهين ڇا تنوير جو غم تون
پنهنجي پنهنجي دل آسي کي پنهنجي پنهنجي سب کي مشڪل

ڇڏي منزلون جيڪي ڪُولينداِ رهبر
اهي گم سدا رهگذارن ۾ هوندا

اڃا خون آهي اسان جي رڳن ۾
اڃا ڪجھ ترڙيل گل بهارن ۾ هوندا

نہ هوندا تہ دريا ۾ پي ڪين هوندا
جي هوندا تہ طوفان ڪنارن ۾ هوندا

انهن چند غنچن جو الله واهي
جي مرجهائجي ويا بهارن ۾ هوندا

گلن کي مبارڪ بهارون جو هاڻي
اسانجا نشيمن شرارن ۾ هوندا

اهو وقت پي نيٺ تنوير ايندو
جو افلاڪ پنهنجي اشارن ۾ هوندا

سدائين سهندا رهياسين ستمگرن جا ستم
سٺو نہ ٿيندو اوهانجو ستم اي اهل ڪرم

قريب آهي سحر دل نہ هار اي همدم
سياه، رات جو ماتم ڪري ٿي هيءَ شبنم

اسانجي عزم جي توهين راهبر جي تلاش
۽ تيز ڪائي رسڻ منزلن تي پنهنجو ڪم

اگرچ آهي تنفس ئي زندگيءَ جو دليل
تلاش زيست ۾ آواره آهي هر هڪ دم

ٻڌون ٿا اهڙو زمانو قريب تر آهي
جو سمجهيو ويندو اسانجوئي غم جهان جو غم

گُلن جي مرڪ جان تنوير مان ۾ اج تو چوان
ٻڌائي ڪوئي اچي مونکي ڇا هي ٿيندو غم

سهڻ وارا هر دم ته چپ ڪين رهندا
ڪڏهن دل جا دريا ته اٿلي به پوندا

جن آهن دکايون دلين منجهه دونهيون
انهن جي هٿان ئي جهان نيٺ سڙندا

وري هي اکيون آسمان ڏانهن ڪجنديون
وري مينهن وسندا وري پاند پسندا

ڦٽن جي چڻڻ ساڻ احساس ويندو
وري سور ملندا وري چاڪ چڪندا

اندر جي اندر ۾ ئي رهندي سدائين
نڪو سور سلبا نڪو سور لهندا

بهارو اوهان جا ستايل اوهان ڏي
نه ڏسندا نه ڏسندا ڪڏهن ڪين ڏسندا



اڇو او ساٿيو نئين راھ ڳوليون
جو پيشِ رهبران منزل نہ آهي

اسانجو ڪم تہ موجن سان لڙڻ آ
اسانجي ذهن ۾ ساحل نہ آهي

سڪون دل جو جتان آندو هيوسين
رهي باقي اها محفل نہ آهي

اکوٽو ڪشمڪش جو لطف ڪونهي
اهو طوفان اهو ساحل نہ آهي

غمِ دوران بہ تو بي لطف ٿي پئي
جي ان ۾ تنهنجو غم شامل نہ آهي

تمناءِ سڪون ۽ زندگيءَ مان
حياتي موج آ ساحل نہ آهي

آءٌ ڪا پنهنجي پـــار او پـيارا
ڪنهنڪي ڪنهنجي سار او پيارا

چـــڏ هـي هـنـگامـــا د نيا جا
هل تـــہ هلون هن پار او پيارا

تو جئن مون ڏي مرڪي نهاريو
تـو تـــي آيـــو پـيار او پيارا

چالئہ وڇوڙي جڳ تـو مونـکي
ويـهـي ڪجهہ ويـچـار او پـيـارا

مان ڪيئن توسان نينهن نباهيان
مون تـــي حياتي بـــار او پيارا

مرڪي مرڪي چو نہ گذاريون
ڏينهن حـيـاتـي چـــار او پيارا

مکڙيءَ جڏهين تو جيان مرڪيو
ٿـي ويـو ان سان پيار او پيارا

مونـکي اچا ڪجهہ ڪرڻو آهـي
وقت جي وِڪَ بيهار او پيارا

آئين تي تون يا نور جي بارش هئي پر ين
تاريڪين ۾ غم جي چراغان ڏٺو هو مون

منهنجي دماغ ۾ اچا خوشبو وسي پئي
توڙي ڪي ڏينهن ٿيا جو گلستان ڏٺو هو مون

منهنجي جهان ۾ هڪڙي قيامت اچي وئي
جنهن ڏينهن هاءِ توکي پريشان ڏٺو هو مون

مڪڙين جي مرڪ ماڪ جي روئڻ تي پيس منجهي
ماتم هو ياڪ جشن بهاران ڏٺو هو مون

تنهنجي نگاه رنگ گلستان مٿي ڇڏيو
تنهنجي اکين ۾ روح بهاران ڏٺو هو مون

تن جي لئہ اج وبال آهي حيات
جن کيو موت کي بہ ماري مات

جيڪا وارن جي چانئو ۾ گذري
حاصلِ زندگي اها هڪ رات

جن مان لالاڻ پئي ليئا پاتا
تن اکين ئي ڏياري مي کان نجات

کن کي حاصل ٿي نينهن جي نعمت
ڪ ملي کن کي سونهن جي سوغات

جيڪي سوريءَ کي سيج ٿا سمجهن
موت تن لاءِ آهي آبِ حيات

هونئن تہ ڪيئي ستارا ٿا چمڪن
هڪ وهائو ئي آئي ٿو پرڀات

تنهنجي سونهن جي منڊ آئي آ
ڏس اکين مان وسي پيئي برسات

هير اهڙيءَ طرح اسر جو لڳي
چڻ کنيا ٿي پساه ڀويان رات

نينهن جي نير ۾ ٻڏي نہ وڃان
اڄ اٿل کاڏي آ وري جذبات

هڪڙي ئي هند تي سدا تنوير
قطب تاري جان رهندو عزم حيات

جيئڻ ٿا گهرن جيڪي هن دوره سي
وڃي نيٺ عزت جوئي موت مرندا

او هان جي ڪري جن ڪان دنيا رسي وئي
او سهٺا او هان ڪان ڪڏهن ڪين رسندا

او هان جو ته ڪم ڏک ڏيڻ آهي سائين
نه سوچو سهڻ وارا سهندا نه سهندا

اوهان ٿا ڪُهو جن کي ابتيءَ چريءَ سان
اهي ڪجهه ته لڇندا اهي ڪجهه ته ڪڇندا

او هان دار ناهي وئو پوءِ ڏسجو
هزارين ئي منصور پيدا ٿي پوندا

ملھہ تنھنجو مھانگو جي تو ھوت کي پرچايو
سو لُڙڪ رڳو ھاڻي جنھن نياپو نہ پھچايو

ڪٿي گل بہ ٽڙيا ھوندا سرھاڻ بہ ٿي ھوندي
پر تنھنجي وڇڻ کان پو مونوٽ نہ بھار آيو

اج ھوت مليو آھي سالن جون سڪون لھنديون
ھي وقت نہ پو ايندو ھن وقت کي ترسايو

بدلائي ڇڏيندي ھيءَ دنيا او پرين توکي
جي تو ڪري ھمت ھن دنيا کي نہ بدلايو

جڻ منھنجو جھان ھڪڙيءَ سرھاڻ سان ڀرجي ويو
ڇا نينھن لڳو توسان جڻ دور بھار آيو

تنھنجو تہ بھارن تي ڪو حق بہ نہ آھي جو
ڪنڊن سان ڪڍھن پيي تو آ پاند نہ اٽڪايو

تنوير امنگن کي گيتن ۾ الاپيندي
جي ڪوئي رنو مون کان مون تنھنکي ٿي پرچايو

خاموشي جنهنجو اشارو ٿي ويو
آدمي اهڙو ستارو ٿي. ويو

ٿيو ته مشڪل ساڻ ليڪن او پرين
تو سوا منهنجو گذارو ٿي ويو

مون جيئڻ جي لئہ بهانا ٿي گهڙيا
او چتو، تنهنجو اشارو ٿي ويو

ماڪ جو رُنندي ۽ گل جو مرڪندي
نيٺ سيني جو گذارو ٿي ويو

سو ٿيو نزديڪ مونکي سا هم ڪان
دور ڪان جنهنجو اشارو ٿي ويو

تون ته ڪين آئين پنهنجي وعدي تي
آهيان حيران بهار ڇو نه آيو

رات جي هنج ۾ ٻه ليٽڻ سان
روح کي سو قرار ڇو نه آيو

مون ته دنيا جا سک ڇڏيا تو لئه
توکي ليڪن قرار ڇو نه آيو

مون نه سمجهيو ته تنهنجي مرڪڻ بعد
مونکي مڪڙين تي پيار ڇو نه آيو

پيالي مان تو پيان يا نيڻن منجهان پيان تو
يا سُرڪَ لئہ سِڪان تو يا مرڪ لئہ مران تو

تنهنجي ستم تان صدقي تنهنجي ڪرم تان قربان
هڪڙيءَ گهڙيءَ مران تو ۽ ٻيءَ گهڙيءَ جيان تو

ڪي ڏينهن ٿيا جو مونکي تو پيار مان سڏيو هو
پڙلاءَ تنهنجي سڏ جو اڄ تائين مان ٻڌان تو

او ساز زندگيءَ جا هڪڙو ٽِڪَلُ ٽَڪلُ سُرُ
محفل اندر تـــي آهي پنهنجي هينئر ٻـــڌان تو

دنيا پڇي ٿي سچ ڪان ۽ ڪوڙ اچي نہ مونکي
تنوير تنهنڪري ٿي خاموش مان رهان تو

بادلن جان مان پٽڪندو ئي رهيس
تڪ ڪان ڪڏهين به ڇور ڪين ٿيس

لُڙڪُ ٿي پلڪ تي ئي ٿي جهلڪيس
ڪنهن جي دل جو سرور ڪين ٿيس

ٿي سگهيس جي نه ڪنهن جي دل جو سرور
ڪنهن جي پِي دل جو سور ڪين ٿيس

جي سراپا نياز ٿي نه سگهيس
مان سراپـــا غرور ڪين ٿيس

دونهين جا ٿيس دکي دکي پورو
بـــاهه ظاهر ظهور ڪين ٿيس

تنهنجي دل ۾ رهيس ٿي غم جي خلش
تو ڪان ڪڏهين به دور ڪين ٿيس

روشنيءَ جي تلاش ۾ ئي رهيس
ڪنهن جي اکين جو نور ڪين ٿيس

مان ته دنيا جي لئه هيس تنوير
هڪ جي اکين جو نور ڪين ٿيس

روح ريجهي ويو اتم جن ساڻ
او خدا منهنجي گهر انهن کي آڻ

مون ٿي توکي هي رنگ بخشيو آ
اک پٽي ڏس او گل تون مونکي سجاڻ

بس ڪڇڻ کان رکو لڇڻ ٿي لڇڻ
مونکي پيي لهر جان او ساٿي چاڻ

شال هڪ پل جي لئہ ليئو پائي
عمر کان منتظر مان جنهنجي ڪاڻ

بزم دنيا ۾ ڪنهن جي سڏ کانسواءِ
مان هلي آيو آهيان پنهنجو پاڻ

لڙڪ ائين چوهہ مان پيا چلڪي
جڻ تہ ساوڻ ۾ اٿلي پيو مهراڻ

عمر گهوريان انهن گهڙين تان مان
جن ۾ ٿي منهنجي توسان روح رهاڻ

منهنجي لهرن مان لَنَو لڳل آهي
تون ٿي او ناخدا ڪنارا ماڻ

گلرخن جو ٿيو ذڪر جي تنوير
ساري محفل ۾ ٿي وئي سرهاڻ

○

ڪنهن ٻه نہ سمجهيو ڪنهن ٻه نہ ڄاتو
اکين ئي اکين کي سڃاتو

ڄڻ تہ هئي ڪا پريت ازل کان
اڄ مون ڪنهنکي ائين سڃاتو

توکي ڪهڙي ڄاڻ ڏکن جي
نينهن تو ڪنهن سان آهہ نہ لاتو

پيار جو نغمو ڦٿڪي مري ويو
تو ٻہ نہ ڳاتو مون ٻہ نہ ڳاتو

اکڙين روئي سارنگ ساريو
آهُن ساڙي ديپڪ ڳـاتـو

جنهن نـــہ لکن ۾ لوڏا کاڌا
تنهن ٻہ پنهل سان پيچ نہ پاتو

پيار جو بار کيئن کٽي سگهبو
پيار جي ڳالهه ئي لڳي ٿي ڳري

ساهه ۾ ائين سمائجي وئين تون
جيئن وچي ڪير منجهه ڪنڊ ڳري

تو بنا عمر ٿي وئي پوري
تنهنجي غم ڪانسوا گهڙي نه سري

تنهنجا ڳل هي مکڻ سندا چاٺا
وقت جي گرمين ۾ ويندا ڳري

رات پيالي ۾ جنهن ٿي ناچ ڪيو
آئي اکين ۾ اڄ سا لال پري

اڄ ٿي نڪتا شفق منجهان شعلا
صبح جي باهه ۾ ٿي رات ٻري

روز تارن تان ترڪندي ٿي رهي
هيءَ نظر چنڊ لاءِ آهي چري

دل تي ڇانئي اماس جي اونده
ياد چوڏهينءَ جو چنڊ آيو وري

منهنجي دل جي زمين ڪي ڇيري
آئي اپري سلي جان ياد وري

دائما پُر هو تنهنجو جامِ جمال
دل ٿي سُرڪي تهون ٿي سُرڪ ڀري

منهنجي لڙڪن جي اونهي پاڻيءَ ۾
تنهنجي صورت ڪنول جان آئي تري

آ تصوّر ٻه چڻ ته ٿاندڙاٽو
لاٽ نڪتي ۽ باهه ڪيئن ٻري

يا تہ ھڪ باھہ لڳائي ڇڏجي
يا تہ ھيءَ ڇنگ وسائي ڇڏجي

ماڪ مان دونھون دکائي ڇڏجي
ڇنگ جو ويس مٽائي ڇڏجي

سمنڊ تـــي مينھن وسائڻ وارا
تر ۾ ڪا بوند وسائي ڇڏجي

جيڪو دردن کان پڄي ڳولي اجھو
تنھنکي سيني ۾ سمائي ڇڏجي

سوچ مان سور پلئہ پوندا دوست
سرڪ ۾ سرت وڃائي ڇڏجي

زندگي گھارجي مرڪي مرڪي
زھر ۾ کنڊ ملائي ڇڏجي

ڪنھن اڳيان ڪنڌ جھڪڻ کين ڏجي
بھتر آ سِرُ ئي وڍائي ڇڏجي

جيڪڏھن روح وڃي ٿي ماندو
گيت تنوير جو ڳائي ڇڏجي

هيءَ عمر سوا تنهنجي گذري ته وچي ٿي پر
تون هئين‌ءَ ته مٺي هئي ۽ ناهين ته ڪڙي آهي

هڪ پل جي سڪون خاطر صدين کان دل انسان
هر هر پئي رني آهي پل پل پئي رڙي آهي

ڪنهن وقت ۾ ان مان ئي هر دل ۾ پيڙ پرندا
جنهن چٽنگ سان دل منهنجي سالن کان سڙي آهي

هر سونهن پري شئي ڏي ڇڪجي ته وڃي ٿي پر
ڇڪتاڻ ۾ رهندي دل ڪنهن ڏي نه لڙي آهي

سچ ساڻ سدا جيئندا، ڪڏهين به نه سي مرندا
جن پنهنجي حياتي ئي سچ ساڻ جڙي آهي

تنوير اسان کي ٿو ميناج ملي سچ ۾
جنهن ڳالهه ۾ ڪوڙ آهي سا ڳالهه ڪڙي آهي



سيڪو سچ جو سائي آهي
ڪير آ جيڪو نہ چبڙهندو ڦاهي

نئون جڳ سوئي سگهندو ٺاهي
هي جڳ جو بہ ڇڏيندو ڍاهي

ڪنهن وٽ ڇٽنگ تہ ڪنهن وٽ دونهين
سي ڪنهن دل ۾ گرمي آهي

دل ۾ ٿي هيءَ اٿل تڙ پيدا
ماڳ ڪان اڳتي الائي چاهي

جڳ سان چنوسين ناتو ڇا ٿيو
توسان ڇڏبو ناتو نباهي

مارن وانگر پنهنجي نظر ۾ ئي
اڄ هيت آهي سيان هت آهي

سيڪو پنهنجيءَ ۾ پورو آ
ڪير ٿو ڪنهن سان سور وراهي

اڏيءَ تي اوهانکي پڪاري ڇڏيوسين
مري خود توهانکي جياري ڇڏيوسين
پياسين منجهي ڪاڪ ۾ ايترو اڄ
جو مومل کي دل تان وساري ڇڏيوسين
گهڙي ڪن ٽڏي ڇانو ۾ ٽڪ پڳوسين
آسن ۽ لڪن کي وساري ڇڏيوسين
اسانکي ڇڏي ڏيو ته موجن سان اڃهون
اوهانکي ته آڻي ڪناري ڇڏيوسين
اسان جن سهاري ٿي گهاري حياتي
انهن ئي اميدن کي ماري ڇڏيوسين
ٻرياسين ته پل پر وسامڻ کان اڳ ۾
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين
حياتي هڪ اهڙو پيالو هئي جو
نڪو پي سگهياسين نه هاري ڇڏيوسين
جئين چنڊ چمڪائي ٽر جي پٽن کي
او تنوير جڳ تيئن اجاري ڇڏيوسين

# تنوير جي شاعري

افادي شاعريءَ جي واکاڻ اها آهي تہ ان ۾ سچ ۽
سونهن جا اهي اهڃاڻ اندلٺ جي ريکائن جيان اجاگر ٿيل
هجن جن جو انسان جي نجي توڙي سماجي زندگيءَ سان گهرو
لاڳاپو رهي ٿو. شاعر نجي طرح جيڪي مشاهدا ڪري ٿو
تن جو اظهار تڏهن ئي وزنائتو ٿي سگهندو جڏهن ڪيس سماجي
حالتون بہ ڌيان ۾ رکڻيون پونديون. اهڙي شاعر کي جتي
بہ ڪا چڱائي نظر اچي ٿي تہ ان کي سچ جي ڪسوٽيءَ
تي پرکي ساراهي ٿو ۽ جڏهن بہ ڪا اوڻائي ڏسي ٿو تہ
ان کي نفرت سان نندڻ لڳي ٿو ڇاڪاڻ تہ بنيادي طرح هي
زندگيءَ جي بهترين قدرن کي برقرار رکڻ جو خواهشمند
رهي ٿو.

مون هڪ دوست جي حيثيت ۾ تنوير جي شاعري
توجهہ سان پڙهي آهي ۽ سندس زباني پڻ ڪيئي پيرا ڪانئس
ٻڌي چڪو آهيان. مونکي سندس شاعريءَ ۾ اهي سيئي
خوبيون نظر اچن ٿيون جيڪي هڪ شانائتي شاعريءَ ۾
جهلڪنديون آهن. ساڳئي وقت دوستيءَ جي ناتي هئڻ ڪري
تنوير جي شخصيت بہ منهنجي لاءِ ان ڪتاب جيان آهي
جنهن کي ڪيئي دفعا چاهہ سان پڙهيو ويو هجي، مان هن
يار جي خوشين ڀري زندگيءَ کي ڏسندي بعضي اهو سوچيندو
آهيان تہ هي شخص جنهن وٽ حاصلات جي ڪا ڪمي نہ
آهي سو ڪيئن ٿو ٻي ڪنهن جي محرومين جو احساس
ڪري سگهي ۽ هن کي ڪهڙي ضرورت آهي جو ٻين جي
غم تي ڳوڙها ڳاڙي هرو ڀرو پنهنجي خوشي ختم ڪرڻ ٿو

چاهي؟ پر ستت ڏي محسوس ٿيندو اثر ته اهو سيڪجهه ان ڏات جو ڦل آهي جا ڪنهن انسان دوست شاعر جي پاڪ ۽ اڇي ٿي جنهن جي وسيلي ٻين جو غم پنهنجو ۽ ٻين جي خوشي پنهنجي خوشي تصور ڪئي ويندي آهي.

هي مجموعو تنوير جي ابتدائي شاعريءَ ڏانهن محدود آهي جنهن ڪي ڪنهن حد تائين تجرباتي شاعري چئي سگهجي ٿو هن ۾ جيتوڻيڪ گهٽ وڏايون موجود آهن تنهن هوندي به هيءَ شاعري نظر انداز ڪرڻ جهڙي نه آهي ان لاءِ جو منجهس سچائيءَ جي ساک نروار نظر اچي ٿي. اها سچائي جنهن جو اظهار زندگيءَ جي سونهن سنوارڻ لاءِ ضروري آهي. انهيءَ سچائي ۾ هلڪي طنز کان وٺي ڀرپور وار جو تاثر به ملي ٿو ته اميد ۽ مايوسيءَ جون اونداهيون ۽ روشنيون پڻ ذهن ۾ تري اچن ٿيون جنهن سان ظاهر ٿئي ٿو ته تنوير جيڪي تجربا ڪيا آهن سي سندس مشاهدن تي مدار رکن ٿا ۽ انهن جي اظهار جون ڪڙيون وچي سماجي سلسلي سان ڳنڍجن ٿيون مثال طور:

۱- اي دوست زندگيءَ کي نه ايڏو قريب وڃ
ڪٿ زندگي ٿي توکان گريزان نه ٿي وڃي

۲- جئن ڪرڻ جي تمرن جي وسڪاري ۾ مرڪن ٿا گل
موت جي منهن ۾ ٿئن اسان ٻي ڪلندا ڪلندا هانداسين

۳- تنهنجو ته بهارن تي ڪو حق به نه آهي جو
ڪنڊن سان ڪڏهن ٻي تو آ پاند نه اٽڪايو

۴- پياسين منجهي ڪاڪ ۾ ايترو اڄ
جو مومل کي دل تان وساري ڇڏيوسين

۵- بدلائي ڇڏيندي هيءَ دنيا او پرين توکي
جي تو ڪري همت هن دنيا کي نه بدلايو

٦- هـــي بهار آهـي يا ارمانن جو آهي قتل عــام
خون جـــي بـو آ مليل گلڙن سندي ســرهاڻ ۾

٧- جـــنـــهـــن نـــه لــڪــن ۾ لـــوڏا ڪـــاڏا
تـنـهن بـــه پنهل ســـان پيچ نــه پــاتـــو

٨- جـــن هٿن ٽڪرايا ســاغر ساڻ ساغر عمر پـــر
ڪيئن اهـــي تلوار ســان تلوار ٽڪرائـي سگهن

٩- اوهـان ٿـــا ڪهو جن کي ابتي چريءَ ســـان
اهـــي ڪجهه تـــه لڳندا اهـي ڪجهه تـه ڪڇندا

١٠- آزادي يا موت پنهي مان هڪڙو ماڳ اسانجو آهه
جنهن به ڏنو آواز انهيءَ ڏي ڪلندا ڪڏندا هلنداسين

١١- دوست اڄ اڄ تـــه ونـون سمجهي مزاج عـــالم
يار جـــي زلف پـــريشان ڪـــي ڏسي وننداسين

١٢- روز ٿـــاون ٿـــان ٿـــرڪندي ٿـــي رهـــي
هـــي نـــظـــر چـــنـــڊ لاهه آهه چـــري

هي تنوير جي مختلف غزلن جا چوند شعر هيا جـن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سندس شاعري مختلف مشاهدن ۽ تجربن جي آڌار تي ڪيتري قدر ڪاميابيءَ جا مـرحلا طي ڪندي رهي آهي.

هن مجموعي ۾ تنوير جا گيت ۽ ڪي نظم به شامل آهن جن جا رنگ روپ غـزل جي انداز کان الـڳ هوندي به زندگيءَ جي پيار ۽ انسانيت جـي دک درد سان سنمک ٿيندا اچن ٿا:

ڪونه پڌائي واٽ اسين اڻ سونهان سونهون
هوربـان ڏاڍيان وڙهندي رڙهندي
ڪرنـدي ٿـڙندي ۽ ٿـاپڙندي
ڳولي لهبي واٽ، اسين اڻ سـونهان سونهون

اهڙيءَ طرح سندس نظم جوڳي جو هڪ بند آهي:

سان ٻه زماني جي دردن کي دل تان هٽائڻ چاهيان ٿو
زهريلن جي زور کي ماري زور گهٽائڻ چاهيان ٿو
جن کان حياتي هانو ٿي هاري تن کي مڃائڻ چاهيان ٿو
پيار سان هر ڪنهن کي مان پنهنجي وس ۾ آڻڻ چاهيان ٿو
وقت جي وهه ۾ محبت جو ميناج ملائڻ چاهيان ٿو
تو جان سان او جوڳي من جي مرلي وڄائڻ چاهيان ٿو
تنهنجو من پيو روڳي آهي، منهنجو من پيو روڳي
او مرليءَ وارا جوڳي

تنوير جي اڄوڪي شاعري کي ڏسندي سندس ابتدائي شاعريءَ جي مختلف تجربن جو احساس ٿئي ٿو جنهن جي روشنيءَ ۾ ائين چئي سگهجي ٿو ته هن پنهنجي شروعاتي دور ۾ جيڪي ٻوٽا پوکيا تن جي مهڪ ماروئي ۽ ملير جي چارڻ ۽ ويچارن ۾ سدائين سچ ۽ سونهن جي سانجهه جا سوجهرا آڀائيندي رهندي.

— نياز همايوني

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياکي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)